# سنڌي ڪلچر

[پس منظر - پيش منظر]

غلام رباني آگرو

ثقافت کاتو

حڪومت سنڌ

2011ع

سنڌي ڪلچر
2011ع

ليکڪ: غلام رباني آگرو
سهيڙيندڙ: الطاف آگرو
نصير مرزا
سهڪاري ساٿي: حافظ احمدالدين انيڙ
لي آئوٽ: موهن مدهوش
فقير محمد ڍول
ٽائيٽل: نعيم خان ديسوالي
ڪمپوزنگ: سليم پيرزادو
ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت کاتو
حڪومتِ سنڌ ڪراچي

مُلهه: -/200 روپيا


ملڻ جو هنڌ:
ثقافت کاتو حڪومت سنڌ
سامهون ايم.پي.اي هاسٽل، سر غلام حسين هدايت الله روڊ،
ڪراچي-74400، سنڌ
فون: 021-9206073

لُن ۽ لُن ۽ منجھ 'لَطِيفُ' چَئَي، ڪَرِ تَنِين جِي تَاتِ.

- شاھ

ارپنا



رباني صاحب جي والد گرامي

عبداللطيف آگري صاحب

۽

والده ماجده

امڙ نسيم بانوءَ

جي نالي

ـ بابا سائين ۽ امان مٺي هاڻي ٻئي ڇڏي هي جهان ڇڏي ويا آهن. هو اسان جي ڳوٺ جي قبرستان ۾ ابدي آرام ۾ آهن. مان جڏهن ٻارهين مهيني ٻئي سال ڳوٺ ويندو آهيان، تڏهن قبرستان ۾ حاضري ڏيڻ ويندو آهيان. جڏهن سندن تربتن وٽ وڃي ويهندو آهيان، تڏهن ڌرتي ڏڏڻ لڳندي آهي ۽ آسمان ۾ سخت گجگوڙ ٿيندي آهي، پر ڪڪر ڪونہ هوندا آهن، ان ڪري منهنجون اکيون وسڻ لڳنديون آهن.

ـ غلام رباني آگرو

ڪتاب: 'جهڙا گل گلاب جا'، صفحہ: 140

1991ع

# سنڌي ڪلچر

[پس منظر ـ پيش منظر]

## سٽاءُ

# پبلشر پاران

سنڌي ادب ۾ غلام رباني آگري صاحب جو شمار سرفهرست ڪهاڻيڪارن، محققن ۽ دانشورن ۾ ٿئي ٿو. پاڻ پنهنجي حياتي ملڪ جي مختلف علمي ادارن ۾ اعليٰ منصب جا صاحب رهيا. 18 هين جنوري 2010ع تي سندن وصال بعد، سندن شخصيت بابت ثقافت کاتي شايانِ شان نموني سان تعزيتي ريفرنس لياقت ميموريل لائبريري ڪراچيءَ ۾ منعقد ڪرايو. برک اديب سراج الحق ميمڻ صاحب ان سڀاءَ جي صدارت ڪئي. انهيءَ موقعي تي موصوف شيخ اياز صاحب جا هي لفظ دهريا تہ: "شاندار ادبي ڪارنامن جي ڪري رباني صاحب جو نالو سنڌي ادب جي تاريخ ۾ ڪيترين ئي همعصرن سان گڏ هميشہ سونهري اکرن ۾ لکيل ملندو." ان موقعي تي رباني صاحب جي قدر شناسيءَ طور ثقافت کاتي جي وزير محترمہ سسئي پليجو صاحبہ پاران اعلان ڪيو ويو تہ جلد ئي رباني صاحب جي اڻ ڇپيل ڪتابن مان بہ ڪتاب ثقافت کاتي پاران شايع ڪرايا ويندا. هي ڪتاب ان سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي.

غلام رباني آگري پنهنجي ڪتاب "سنڌي ڪلچر" ۾ سنڌي ثقافت کي نمايان ڪري پيش ڪيو آهي. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدُن شاهوڪار ۽ منفرد آهي گڏوگڏ ان جو مزاج ۽ ماحول بہ بلڪل نرالو ۽ پنهنجو آهي. هن ڪتاب ۾ آگري صاحب ثابت ڪيو آهي تہ، سنڌ جي ثقافت سنڌ ڌرتيءَ جي اصل ثقافت آهي. جهڙي طرح تهذيب ۽ ثقافت الڳ ۽ نج سنڌ جي آهي تهڙي طرح هو ان جي اصليت ۽ نج پڻي کي بہ ظاهر ڪري ٿو. اها حقيقت آهي تہ سنڌ جي ثقافت ۾ ڪنهن بہ شاهوڪار ثقافت جون سموريون خوبيون موجود آهن.

ثقافت کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل محمد رمضان اعواڻ، ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ گڏ رهيو ۽ کاتي جو ڊائريڪٽر محمد علي مانجهي هن ڪتاب جي شروع کان آخري مرحلي تائين احسن طريقي سان پنهنجا فرض سرانجام ڏيندو رهيو.

مونکي اميد آهي تہ غلام رباني آگري جو هي ڪتاب سنڌي ڪلچر پڙهندڙن لاءِ ڄاڻ ۽ دلچسپيءَ جو سبب بڻبو.

**عبدالعزيز عقيلي**

سيڪريٽري ثقافت

حڪومت سنڌ

# پيش گفتار

سنڌي نثر جي جهان ۾ پانئيو تہ ائين پئي ويو تہ ”راشدي برادران“ يعني پير علي محمد راشدي ۽ حسام الدين راشدي صاحب جي ثقافتي رنگ ۾ رنگيل اعليٰ سنڌي نثر تي، سنڌ ۾ نثر جي کهاڻي، بس جهڙوڪر پڄاڻيءَ کي ئي پهتي. پر نہ!

سٺ واري ڏهاڪي ۾ شيخ اياز جي شاعراڻي نثر تي ٻڌل ڪتاب: جي ’ڪاڪ ڪڪور يا ڪاپڙي‘ جڏهن شايع ٿيو تہ هر طرف اُنهيءَ ڪتاب جي ئي نثر جا هُل هلي ويا. پانئيان ٿو باذوق پڙهندڙن جي دماغن تي ان ڪتاب جي نثر جا ئي اجان ڪيپ مسلسل هئا جو اَسي واري ڏهاڪي ۾ غلام رباني آگري صاحب جا ٻن پاڱن تي ٻڌل ڪتاب، ’جهڙا گل گلاب جا‘ جيئن ئي شايع ٿيا، انهن ۾ درج رباني صاحب جي بي مثل نثر جِي، هر طرف کان واکاڻ شروع ٿي وئي. تڏهن غير افسانوي نثر جي ناماچاريءَ کي ڏسندي، رباني صاحب پنهنجي افسانوي نثر کان پاسيرو ٿي، هاڻي ڪي ٻيا بہ اهڙا ڪتاب تحرير ڪيا. مثلاً: ’سنڌ جا بر، بحرِ پهاڙ‘، ’ماٺهو شهر ڀنڀور جا‘، ’سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر‘ ۽ هي ڪتاب: ’سنڌي ڪلچر‘ [پس منظر ۽ پيش منظر]. اصل ۾ تہ هي ڪتاب رباني صاحب، 82-1981

ڏاري سلسليوار مضمونن جي صورت ۾ روزانہ هلالِ پاڪستان ڪراچيءَ ۾ شايع ڪرايو هو ۽ جنهن جي هر مضمون کي ان وقت ۾ هاڪارن عالمن اديبن ۽ محققن وٽان وڏي پذيرائي بہ حاصل ٿي هئي. حاصل مطلب تہ جيئن عنوان مان ئي عيان آهي، تہ هن ڪتاب ۾ 'سنڌ جي ڪلچر' جو ذڪر آهي، پر گڏوگڏ ۽ خاص طرح سان اسلامي نقطئہ نگاهہ سان بہ 'سنڌي ڪلچر' جو اڀياس ڪيو ويو آهي.

مرحوم رباني صاحب کي، جن جن صاحبن، روبرو پڌو ۽ ڏٺو هوندو اُهي سڀ ڄاڻن ٿا، تہ هو ڪيڏو نہ خوش گفتار شخص هوندو هو. ۽ جهڙو هوندو هو پُر اثر ڳالهين جو ڳهير، قدرت ڪيس ايترو ئي وري اعليٰ، صاحبِ تحرير بہ بنايو هو. يعني سنڌن باري ۾ منهنجو تہ سدائين کان هي ئي ذاتي مشاهدو رهيو تہ:

وہ خوش کلام تھے ایسے کہ اُن کے پاس ہمیں
طویل رہنا بھی لگتا تھا مختصر رہنا

صد افسوس! ڪيترن ئي ڳُڻن جي هن مالڪ غلام رباني آگري صاحب 18۔ هين جنوري 2010ع تي علي الصبح، دل جي دوري باعث راهہ رباني اختيار ڪئي. تڏهن، ڪيترن ٻين ادبي ادارن سان گڏ، سنڌ ثقافت کاتي پاران پڻ اسان جِي مانائتِي ڀيڻ سسئي پليجو صاحبہ (صوبائي وزير ثقافت) رباني صاحب جي ياد ۾، ڪراچيءَ جي نيشنل لائبريري هال ۾ هڪڙو شايانِ شان تعزيتي ريفرنس ڪوٺايو هو. هن تقريب جا سمورا شانائتا انتظام ڊپارٽمينٽ جي لائق ڊائريڪٽر، ۽ اسان جي همعصر قلمڪار ڊاڪٽر محمد علي مانجهيءَ سرانجام ڏنا هئا ۽ ستاءَ جي صدارت جناب سراج الحق ميمڻ ڪئي هئي. مون کي ياد آهي، پنهنجي صدارتي تقرير ۾ غلام رباني آگري صاحب جي هن عظيم همعصر ۽ عزيز دوست، سراج صاحب، پنهنجي خطاب ۾ چيو پئي تہ "رباني، اسان جي ٿهيءَ جو مهندار هو. ۽ سندس لکڻين ۾ سنڌ ڳالهائيندي هئي".

موقعي جي مناسبت سان، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي صاحب، پيرڻ سسئي پليجو صاحبہ جي اجازت سان، سنڌ ثقافت کاتي پاران، رباني صاحب جي ٻن ڪتابن شايع ڪرائڻ جو اعلان پڻ ڪيو. ان ڏس ۾ اجهو اوهان جي هٿن ۾ هي ڪتاب، 'سنڌي ڪلچر' دراصل ان ئي سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي. خلوصِ دل ۽ سهڻي سٺاوَ سان، هن ڪتاب جي اشاعت تي نہ فقط رباني صاحب جي ڪٽنب جا ٿاتي، پر اسين سنڌس سڀ مداح پڻ پيرڻ سسئي پليجو صاحبہ جا، نہ فقط شڪر گذار پر دعاگو بہ آهيون.

حيدرآباد — نصير مرزا



# هيءُ ڪتاب ڪيئن لکيو ويو؟

اهڙي تفصيلي تذڪري جي تہ هاڻي ڪابہ ضرورت باقي ڪانہ رهي آهي تہ جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جي حوالي سان رباني صاحب جو نالو فقط 'نهايت نمايان' نہ پر 'بانيڪارن' جي نيڪنام "ٽہ - مُورتي" ۾ تسليم ڪيو ويو آهي. پر "افساني" کان علاوه "مضمون نويسيءَ" جي صنف ۾ رباني صاحب جي قلم جو ڪرشمو ساڳيءَ طرح اهڙو تہ منفرد، مدلل، موثر ۽ من موهيندڙ حيثيت رکي ٿو جو سندس نثر نويسيءَ کي بلاشبہ سنڌي ادب ۾ هڪ فخر لائق ڪارنامو قرار ڏنو ويو آهي، جنهن جي چٽي ثابتي سندس ڪتابن "جهڙا گُل گُلاب جا" ۽ "سنڌ جا بر بحر ۽ پهاڙ" سان گڏ بين اکيچار تحريرن ۾ موجود آهي.

"سنڌي ڪلچر" جي موضوع تي رباني صاحب جي فڪر انگيز مضمونن جو هيءُ مجموعو پڻ اُن ئي سهڻي سلسلي جي هڪ اهم ڪڙي آهي، جنهن ۾ سندس قلم سنڌي ادب جي دلپذير وادي ۾ نثر نويسيءَ جو هڪ وڌيڪ "بهار آفرين گلستان" برپا ڪيو آهي. جيڪي بہ معزز قارئين اِنهيءَ روح پرور شگفتہ گلشن جو سير ڪرڻ چاهيندا، سي خاطريءَ سان اُن جي انوکي عطربيزيءَ کان خوب معطر ۽ مسرور ٿيڻ کان رهي نہ سگهندا. البتہ ايترو سو عرض ڪرڻ موزون رهندو تہ جيئن تہ هن ڪتاب جو "موضوع" هڪ خاص فڪري زاويي تي مشتمل آهي، ان ڪري ان بابت راءِ قائم ڪرڻ جو حق هر پڙهندڙ وٽ بهرحال محفوظ آهي. آءٌ پنهنجي ذاتي مشاهدي جي آڌار تي پوري اعتماد سان ايترو سو واضح ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان تہ اِهي مضمون هڪ روزنامي لاءِ ڪا رسمي ۽ روايتي ڪالم نگاري ڪانہ هئي، جيئن عام طرح هڪ ئي

نشست ۾ چند منٽن ۾ رَهڙي اُماڻي ڇڏبي آهي. هن سلسلي جي هڪ هڪ سِٽ تي، هفتي جا سمورا ست ئي ڏينهن، لاڳيتو جيڪا اٿاهه محنت ٿيندي هئي، متعدد متعلقه ڪتابن ۾ ٻئي لاڳاپيل مواد مان پوري ڏيان ۾ ذميواريءَ سان جيڪو گهربل استفادو ڪيو ويندو هو ۽ بار بار دُرستين ۾ اصلاح سان اُن کي وڌ کان وڌ حتمي ۾ مستند بنائڻ لاءِ جيڪي تحقيقي جتن ڪيا ويندا هئا، اُن سموري مشقت لاءِ منهنجون اکيون خوب شاهد رهيون آهن. هن سموري دلاويز مواد جو هڪ هڪ لفظ منهنجي اکين آڏو لکيل آهي ۽ مڪمل ٿيڻ کان پوءِ هر هڪ قسط، محبت آفرين راءِ خاطر، منهنجي مطالع هيٺ پئي رهي آهي. قبول عام اهو سلسلو اُن زماني ۾ اچانڪ رُڪجي ان ڪري ويو جو هلال پاڪستان جو ايڊيٽر، رباني صاحب جو پراڻو پيارو دوست، مسٽر ناصر بروهي، بعد ۾ روزنامي ۾ ڪونه رهيو جنهن جي ئي ذاتي قربائتي تحرڪ تي پاڻ اهو شروع ڪيو هئائين. اُن وقت جيڪو به مواد لکجي ۽ ڇپجي سگهيو. نِباهه جي لحاظ کان، اُن کي بهرحال هڪ منطقي تڪميل جي حيثيت حاصل آهي ۽ تشنگيءَ کان محفوظ آهي.

"غلام رباني آگرو ميموريل فائونڊيشن" جي جنرل سيڪريٽري، ادي الطاف آگري کي آفرين، جو ٿيهه سال پُراڻو نهايت قيمتي مواد سنڌالاجيءَ مان فوٽو ڪرائي هٿ ڪيائين. رباني صاحب جي تحرير جي مداح جي حيثيت ۾ ياءُ نصير مرزا جي دستوري 'دست شفقت' سان هن ڪتاب کي اشاعت لاءِ سمورا مشاورتي ۽ فني مرحلا فراهم ٿيا. منهنجي لاءِ دلي خوشي اِها جو منهنجي "چشم ديد تخليق" اڄ ڪتابي صورت ۾ محفوظ ٿي رهي آهي. "هيءَ ڪتاب سنڌ ثقافت کاتي طرفان ئي شايع ٿئي" — منهنجي اها ديرينه خواهش هڪ طويل عرصو فقط 'خواب' ٿي پئي رهندي آئي، ڇو ته اُن جي 'ساپيا' لاءِ گهربل "موسم" فقط هاڻ ئي ميسر ٿي سگهي آهي، ان لاءِ محڪمو لائق صد تحسين!

نفيس احمد شيخ

•

# وري ورندو واءُ
# وري وسندا مينهڙا

منهنجو هڪ دوست مسٽر جعفر، انڪم ٽيڪس ڪمشنر حيدرآباد، ڪنهن زماني ۾ ڪراچيءَ ۾ مون سان گڏ رهندو هو. فلسفي جو ڏاڍو شوقين، غالباً ڪاليج ۾ بہ فلسفو سندس مضمون هو. علمي گفتگو ۽ بحث دوران، هڪ ڳالھہ اڪثر چوندو هو: ”مون کي ٻڌايو تہ سهي تہ اوهان جو بار بار افلاطون، ارسطو ۽ سقراط جا حوالا ڏيو ٿا، سو تہ تسليم، پر اُنهن بزرگن کي پيدا ٿئي ڪي صديون گذري ويون. اها ڳالھہ بہ تسليم تہ اُهي ايڏا تہ وڏا عالم هئا، جو مشرق ۽ مغرب جي ذهن تي اڃا تائين سندن علم ۽ دانش جي ڌاڪ قائم آهي، پر هڪ ڳالھہ ٻڌايو تہ يونان جي مٽي، هاڻي ڪو افلاطون، ڪو ارسطو ڪو سقراط پيدا ڇو نٿي ڪري؟“ پوءِ کِلي پنهنجو پراڻو مقولو دهرائيندو هو: ”ائين بہ ڪونهي تہ يونان اعليٰ فلسفين پيدا ڪرڻ واري پنهنجي سموري ڪوتا ختم ڪري ڇڏي ۽ هاڻي سَگهين هڻين آهي.“

گذريل سومر ڏينهن، سنڌي ادبي بورڊ ۾ پرنٽنگ پريس ۽ مسجد شريف جي سنگ بنياد رکڻ واريءَ تقريب ۾ وزير تعليم سنڌ جسٽس سيد غوث علي شاھہ پاجهاريءَ ٻوليءَ ۾ اهڙا علمي سوال اُٿاريا، جن مون کي پائو جعفر جو اُهو پراڻو مقولو ياد ڏياريو.

شاھہ صاحب چيو: ”عارفن جو قول آهي تہ سنڌ الله وارن جو

گهر آهي. ڪن تاريخ نويسن جو خيال آهي تہ سنڌ باب الاسلام آهي، ٻين جو چوڻ آهي تہ دنيا ۾ قرآن ڪريم جو پهريون پهريون فارسي ترجمو سنڌي ٻوليءَ ۾ ٿيو. ساڳيءَ ريت اها روايت بہ آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي خطن جو پهريون پهريون مجموعو ديبل جي هڪ سنڌي عالم مرتب ڪيو هو. چون ٿا تہ بخاري شريف جي شرح لکڻ ۾ جيڪو بيمثال ڪمال ابوُالحسن سنڌيءَ کي نصيب ٿيو اُن جو ڪيترن ئي عالمن اعتراف ڪيو. ابو معشر سنڌيءَ جي جنازي نماز خود خليفي هارون رشيد پڙهائي. سبحان الله، سنڌ جي علمي عظمت جا ڪهڙا ڪهڙا ڳڻ ڳائجن!"

شاھہ صاحب سنڌ جي انهيءَ مدح سرائيءَ کان پوءِ اصل سوال اُٿاريو:

"پر منهنجا دوستو ۽ بزرگو! سوال آهي تہ اڄ اسان وٽ مخدوم بلاول ۽ مخدوم جعفر پيدا ڇو نٿو ٿئي؟ اڄ ساڳيءَ سنڌ ۾ مخدوم معين، مخدوم محمد هاشم، ابو الحسن ڪبير ۽ صغير جي پايي جا ڪُل گهڻا عالم موجود آهن؟ سونهاري سنڌ جي ڪُک مان هاڻي ڀلاري ڀٽائيءَ ۽ سچل سائينءَ جو ڪو حقيقي وارث پيدا ڇو نٿو ٿئي؟"

شاھہ صاحب جيِ اِها ڳالھہ ٻڌي، مون کي پنهنجي يار جو پراڻو مقولو ياد آيو ۽ هيڪر دل ۾ آيو تہ اُٿي اعلان ڪريان تہ "سائين! رڳو يونان نہ پر سنڌ بہ پنهنجي سموري ڪوٺا پوري ڪري، خالي هٿين ويٺي آهي."

پر حقيقت اها آهي تہ مسئلو تہ پنهنجيءَ جاءِ تي موجود آهي. هر وزندار ڳالھہ ۽ مايي دار سوال معقول جواب جي تقاضا ڪري ٿو. جيڪڏهن اهڙو ڪو سوال هيڪر پيدا ٿي ختم ٿي وڃي، تہ بہ ڪٿي

ڳالهہ کي در گذر ڪجي، پر جي اهو سوال ذهن ۾ مسلسل ڪر ڪٽندو رهي، تہ جواب تلاش تہ ڪرڻو ئي پوندو.

شاهہ صاحب پنهنجي سوال جي تائيد ۾ ويهين صديءَ جي وڏي سنڌي عالم، شمس العلماء عمر بن محمد دائود پوٽي جي شاهدي پيش ڪئي. ڊاڪٽر صاحب، سنڌي محاوري موجب پري پري شاهدي ڏيئي ويو آهي ۽ سا بہ لکت ۾..سندس الفاظ هي آهن:

"اسان جي پياري سنڌڙي بہ ڪنهن سمي اهڙن املهہ ماڻڪن جي کاڻ هئي ۽ سُرهن گلن جو چمن هئي. پر ڪٿي آهن اُهي غواص، جي پاتال ۾ پيهي سپون سوجهي ڪڍن؟ ڪٿي آهن اُهي واس وٺندڙ ڪوڏيا، جي بيابان جهاڳي نازڪ گُلن جي سرهاڻ سنگهن؟ ڪٿي آهن اُهي ڪاني ڪرامت جا صاحب، جن جي فيض مان پرت جا پِهيڙا پُرجام پيئندا هئا؟ اڄ اُنهن جا روح تاٽي رهيا آهن، تہ آهي ڪو جو سُڪل ڪسيءَ ۾ پاڻي آڻي ۽ وچايل وَڻون واري هٽ ڪري."

شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي جي درد انگيز دانهن ۽ جسٽس سيد غوث علي شاهہ صاحب جي تائيد، جواب طلب سوال آهن ۽ خاص طرح اُنهن کان جيڪي لطيف ۽ سچل جي روحاني قبيلي (دانشورن) سان تعلق رکن ٿا.

سنڌ کي الله پاڪ آباد رکي. علم ۽ فضل جي هن واديءَ ۾ شال ڪو بہ ڪوسو واءُ نہ لڳي. اها هر شريف النفس انسان جي آرزو هئڻ گهرجي. پر دعا سان گڏ دوا جي بہ ضرورت هوندي آهي. اسان جي اهل دل ۽ اهل قلم کي ان ڳالهہ تي هڪ دفعو ٿڌيءَ دل سان سوچڻو پوندو تہ اسان جي واٽ ۽ اسان جي منزل ڪهڙي آهي؟ اسان جي ثقافتي ميراث ڪهڙي آهي؟ سنڌ جي ماضيءَ جي علمي روايت ڪهڙي آهي؟ ان کي

ڪهڙي دڳ سان ۾ ڪيئن اڳتي وڌي وڃڻو آهي. سنڌي ڪلچر جو صحيح روح (Spirit) ڇا آهي؟ حال ۾ مستقبل جون تقاضائون ڪهڙيون آهن؟ اُنهن نڪتن بابت انشاء الله مان پنهنجي گذارش هلالِ پاڪستان جي عالمن ۾ قارئين ڪرام جي خدمت ۾ ويچار لاءِ پيش ڪندس.

به آن گروه که از ساغرِ وفا هستند
سلام ما به رسانید هر کجا هستند

[4 سيپٽمبر 1981ع]



## ان پر نہ ايمان
## جيئڻ ڪلمي گو ڪوٺائين

ماڻهو پنهنجي وجود جي فطري تقاضائن موجب جيئڻ ۽ مرڻ تي مجبور آهي، پر باشعور انسان "بامقصد زندگي" گذارڻ گهري ٿو.

ماڻهوءَ جي اندر ۾ جڏهن شعور جي اک کُلي ٿي، تڏهن هو پنهنجي وجود بابت ويچار ڪري ٿو: "مان ڪير آهيان، هن دنيا ۾ ڪٿان ۽ ڇو آيو آهيان؟ منهنجي زندگي جو مقصد ڇا آهي؟"

جڏهن هو اُنهن سوالن جي جواب لاءِ آسپاس نگاهہ ڪري ٿو تڏهن ڪيس ڪائنات ۾ هر هنڌ ترتيب ۽ سٽاءُ نظر اچي ٿو جيڪو اِن ڳالهہ جي غمازي ڪري ٿو تہ هيءَ ڪائنات بي مقصد نہ آهي.

روزانو اوير مان سج اُڀري ٿو سارو ڏينهن آسمان ۾ سفر ڪندو سانجهيءَ جو اولهہ ۾ لهي ٿو قدرت جي اِنهيءَ قانون ۾ ڪير بہ تبديلي ڪري نٿو سگهي. چڙ تہ سج هڪ مقرر قانون هيٺ سفر ۾ آهي. ڏينهن کان پوءِ رات جو اچڻ، موسمن جي تبديلي، چيٽ کان پوءِ سانوڻ ۽ سرءُ کان پوءِ سيارو ڪڪرن جو وسڻ، ڌرتيءَ جو سائو ٿيڻ، گاهن جو ڦُٽڻ، گلن جو ٽِڙڻ، فصلن جو اُسرڻ ۽ نِسرڻ، وڻن ٽڻن جو وڌڻ ۽ ويجهڻ، سڄو معاملو "دلچسپ" ۽ "با ترتيب" لڳي ٿو ۽ ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هيءَ ڪائنات "اتفاقي" نہ پر "بامقصد" آهي، تہ انسان جي زندگي بہ "بامقصد" هئڻ گهرجي، ڇو تہ انسان ڪائنات جو حصو

آهي. ان جو مطلب تہ هو "اتفاقي طرح" پيدا نہ ٿيو آهي، پر "مقصد" خاطر خلقيو ويو آهي.

اهڙيءَ صورت ۾ سندس خالق ان ڳالهہ جو بہ انتظام ڪيو هوندو تہ انسان پنهنجي تخليق جي مقصد کان آگاهہ رهي تہ جيئن زندگيءَ جو سفر انهيءَ رستي تي ڪري، جيڪو کيس "منزلِ مقصود" تائين پهچائيندو.

عربي زبان ۾ "مذهب" جي معنيٰ وڃڻ جي واٽ ۽ رستو آهي. زندگيءَ جي "منزلِ مقصود" ڏانهن ويندڙ رستو اُهو ئي ٻڌائي سگهندو، جنهن کي خالق اهڙي ڄاڻ ڏني هوندي.

مهاتما گوتم ٻڌ ۽ حضرت عيسيٰ ؑ جا لکين ماڻهو پوئلڳ ٿيا، سو ان ڪري ڪو نہ جو هُو وڏا بادشاهہ هئا، يا جادوگر، ڪاهن ۽ ڳالهہ ٽڙيل هئا، پر ان ڪري جو وٽن اُها "ڄاڻ" هئي، جو هُو پنهنجن پوئلڳن جي رهنمائي ڪري، زندگيءَ جي پرپيچ راهن ۾ کين صحيح رستو ڏيکاري سگهيا.

اسان مسلمانن جو ايمان آهي تہ محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم اهڙو انسان (بشر) هو جنهن کي خالق اهڙي ڄاڻ ڏيئي، انسانذات جي رهنمائيءَ لاءِ موڪليو هو. جڏهن اسان محمد رسول الله صلي الله عليہ و آلہٖ وسلم کي پنهنجو رهبر ڪري ورتو تہ پوءِ اسان کي پنهنجي زندگي سندس هدايت موجب گهارڻي آهي.ان لاءِ اسان کي سندس "آندل پيغام" کي سمجهڻو آهي ۽ ڏسڻو آهي تہ الله جي رسول خود پنهنجي زندگي ڪيئن گذاري. ان نقط نگاهہ کان سيرت جي ڪتابن جو مطالعو هر مسلمان لاءِ ضروري آهي.

حضور جن جي سيرت تي عربيءَ ۾ جيڪي شروعاتي ڪتاب

لکيل آهن، اُهي ڪي گهڻا نہ آهن. ”موطا“ ۽ حديث (اقوالِ نبي) جي ٻن ڪتابن کي ڇڏي، خاص سيرت جي موضوع تي پهريون باقاعده ڪتاب غالباً ابنِ هشام جو لکيل آهي، جو ابنِ اسحاق جي لکيل سيرت النبيءَ تي مبني آهي. (ابنِ اسحاق جو ڪتاب چون ٿا تہ هاڻي دنيا ۾ اڻلڀ آهي). ٻيو مستند ڪتاب ”طبقات ابنِ سعد“ آهي ۽ اُن کان پوءِ طبريءَ جو ”سيرت النبي“. اِنهن ٽن بنيادي ڪتابن کان علاوه ٻيا بہ ڪي اهڙا ڪتاب آهن، پر اُهي گهڻي ڀاڱي اُنهن ٽن ڪتابن تان ورتل آهن.

اردو ٻوليءَ ۾ علامہ شبلي نعمانيءَ جو لکيل ڪتاب سيرت تي شاهڪار سمجهيو وڃي ٿو. علامہ سيد سلمان ندويءَ جي تصنيف لاءِ عام تاثر اهو آهي تہ ان ۾ سيرت گهٽ، فلسفو وڌيڪ آهي. اردوءَ ۾ سيرت تي سيد ابوالاعليٰ مودوديءَ جو ڪتاب بہ ٻن جلدن ۾ شايع ٿيو آهي. اميد هئي تہ مولانا صاحب پنهنجي سڄي عمر جي مطالعي جي روشنيءَ ۾ سيرت تي ڪا نئين شيءِ لکي هوندي، پر جڏهن ڪتاب شايع ٿيو تڏهن خبر پيئي تہ اُهو مختلف ڪتابن ۽ رسالن ۾ مولانا صاحب جي اڳ ئي ڇپيل ۽ شايع ٿيل مضمونن جو مجموعو آهي. ڪا نئين تحقيق ڪانہ آهي.

طٰہٰ حسين هاڻوڪي زماني ۾ عربي ادب جو هاڪارو عالم ٿي گذريو آهي. تازو سندس هڪ ڪتاب ”نقوشِ سيرت“ نالي سان اردو ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي شايع ٿيو آهي. پڙهندڙن کي توقع هئي تہ طٰہٰ حسين علم جا ڪي نوان خزانا کوليا هوندا. پر ڪتاب شايع ٿيو تہ خبر پيئي تہ اُن ۾ نئين تحقيق ڪابہ ڪانهي، فقط اسلوبِ بيان نئون آهي. مصنف منڍ ۾ ئي اعتراف ڪيو آهي تہ هن ڪتاب ۾ ڏنل معلومات ابن هشام، ابنِ سعد ۽ طبريءَ جي ڪتابن ۾ ڏنل معلومات تي مبني آهي.

طٰه حسين جو اعتراف ان حقيقت جو آئينہ دار آهي تہ سيرت جهڙي اهم موضوع تي مسلمان عالمن طرفان ڪا خاص نئين تحقيق ڪانہ ٿي ڪئي وڃي. هڪ طرف اها صورتحال آهي تہ ٻئي طرف ان ڳالهہ کان انڪار ڪونهي، تہ غير مسلم عالم سيرت تي مسلسل تحقيق ڪندا رهن ٿا.

جيڪڏهن غير مسلم عالمن کي پيغمبر اسلام جي قول ۽ فعل تي يقين اچي وڃي تہ هوند هُوڪلمو پڙهي مسلمان ٿي وڃن. پر هُو ائين نٿا ڪن، ڇو تہ کين پيغمبر ڪري نٿا مڃين. اهڙيءَ صورت ۾ هُو جيڪا علمي تحقيق ڪندا، سا مسلمانن لاءِ ڪيتري قدر قابلِ قبول هئڻ گهرجي، اها ويچار جوڳي ڳالهہ آهي. ظاهر آهي تہ غير مسلم عالمن کي سيرت جي تحقيق ۾ پنهنجو هڪ خاص نقطہ نگاهہ هوندو، جيڪو ضروري ناهي تہ سدائين مسلمانن سان خيرخواهيءَ ۽ علمي ديانتداريءَ تي مبني هجي.

آخر اها ڪابہ لڪل ڳالهہ ڪانہ آهي تہ اسلام جي شروعاتي دور کان وٺي يهودين جي مسلمانن سان اٽڪٽ رهي آهي. (رڳو مسلمانن سان نہ پر حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي ڪلهي تي صليب کڻائڻ وارا بہ يهودي هئا).

موجوده دور ۾ تہ انهيءَ ديرينہ دشمنيءَ هيڪاري زور ورتو آهي. ڇو تہ يهودين فلسطين مان مسلمانن کي لوڌي اسرائيل جي رياست قائم ڪئي آهي، ۽ پنهنجي رياست جي بچاءَ خاطر هُو نہ فقط جنگي محاذ تي، پر علمي ۽ نظرياتي طرح پڻ مسلمانن کي ڪمزور ڪرڻ ضروري سمجهن ٿا. انهيءَ پس منظر ۾ سندن پرورده عالم ۽ محقق، مغربي ملڪن ۾ پيغمبرِ اسلام جي سيرت تي تحقيق ڪندا رهن ٿا.

اسان جا مسلمان عالم هڪ تہ پاڻ تحقيق ڪونہ ٿا ڪن، ٻيو تہ اُنهن غيرمسلم عالمن جي ڪتابن جا حوالا پنهنجن تقريرن، تحريرن ۽ ڪتابن ۾ سَنَدَ طور ڏيندا رهن ٿا. ڪجھہ وقت ٿيو پروفيسر غلام رباني "عزيز"نالي هڪ معروف ۽ ممتاز پاڪستاني عالم جو اردو ٻوليءَ ۾ سيرت تي هڪ ستو ڪتاب ٻن جُلدن ۾ شايع ٿيو آهي. فاضل مصنف قابل قدر محنت ڪئي آهي ۽ سيرت جا واقعا ٻين مسلمان عالمن وانگر بيان تہ روايتي طريقي سان ڪيا آهن، پر عقلي دليلن سان اُنهن جي سهڻي تشريح بہ ڪئي آهي ۽ ڪن ڳالهين ۾ تہ علامہ شبليءَ جهڙي بلند پايہ عالم کي بہ غلط ڏيکاريو آهي.

پر ساڳئي وقت فاضل مصنف منٽگمري واٽ جي ٻن مشهور انگريزي ڪتابنMuhammad at Madina ۽ Muhammad at Mecca جا حوالا ائين ڏنا آهن، جو ڄڻ منٽگمري واٽ جي راءِ مسلمانن لاءِ سَنَدَ آهي، منٽگمري واٽ جو موقف سمجهڻ لاءِ اسان کي معلوم هئڻ گهرجي تہ سيرت ۽ اسلاميات جي اڀياس ۾ خود واٽ جي "سند"، سندس استاد رچرڊ بيل آهي. ايتري قدر جو قرآن مجيد جي مستند انگريزي ترجمي لاءِ بہ واٽ ڪنهن مسلمان عالم بدران پنهنجي استاد کي ترجيح ڏئي ٿو.

هو يهودين، عيسائين ۽ مسلمانن جي اٽڪلن کان پوريءَ طرح واقف آهي ۽ چوي ٿو تہ مون ڪتاب ۾ غير جانبدار ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مثلاً قرآن جو حوالو ڏيڻ وقت "الله چوي ٿو" يا "محمد چوي ٿو" بدران مون لکيو آهي تہ "قرآن چوي ٿو."

سيرت بابت غير مسلم مغربي محققن جي نقطہ نگاھہ جو بهتر اندازو سال 1973ع ۾ شايع ٿيل هڪ ڪتاب مان لڳائي سگهجي

ٿو جيڪو برطانيہ جي مشهور يونيورسٽي ڪئمبرج شايع ڪيو آهي. ڪتاب جو نالو آهي "Hagarism" . ڪتاب جا لکندڙ ٻہ آهن: هڪ پئٽريڪا ڪرون، جيڪا واربرگ انسٽيٽيوٽ ۾ ريسرچ فيلو آهي، ٻيو مائيڪل ڪُڪ، جيڪو اقتصادي تاريخ (خصوصاً وچ۔ اوڀر) جو ليڪچرار آهي.

مصنفن "پيش لفظ ۾" پنهنجو موقف بيان ڪندي چيو آهي تہ "هي ڪافرن (Infidels) جو لکيل ڪتاب آهي ۽ ڪافرن لاءِ لکيل آهي." هنن وڌيڪ چيو آهي تہ "جنهن بہ مسلمان ۾ رائيءَ جي داڻي جيترو ايمان هوندو اُهو هن ڪتاب کي رد ڪرڻ ۾ ڍڪيائي محسوس نہ ڪندو." ان جو سبب، هنن بظاهر اهو ٻڌايو آهي تہ "هن ڪتاب ۾ ڏنل معلومات غير مسلم ذريعن مان ورتل آهي. مسلم ذريعن (مثلا سيرت ابنِ هشام، طبقاتِ ابن سعد، طبريءَ وغيره) لاءِ هنن جو چوڻ آهي تہ "جيڪڏهن اُنهن ماخذن کي رد ڪرڻ لاءِ ڪي قوي دليل نہ آهن، تہ اُنهن کي قبول ڪرڻ لاءِ وزنائتا دليل بہ ڪو نہ آهن."

انهيءَ پيشبنديءَ کان پوءِ، پئٽريڪا ڪرون ۽ مائيڪل ڪُڪ پنهنجو سيرت جو مطالعو پيش ڪيو آهي، جيڪو واقعي ڪو بہ مسلمان قبول ڪري ڪو نہ سگهندو ۽ اها راءِ قائم ڪرڻ ۾ حق بجانب ٿيندو تہ ڪافرن هيءُ ڪتاب بدنيتيءَ سان لکيو آهي ۽ سازش هيٺ لکيو آهي، جنهن جو مقصد اسلام ۽ مسلمانن جي طاقت کي ڌڪ هڻڻ آهي.

آخر اها حقيقت آهي تہ اسلام دنيا جي هڪ موثر طاقت آهي. آدمشماريءَ جي هڪ اندازي موجب دنيا جي هر پنجن ماڻهن مان هڪ ڇٺو مسلمان آهي ۽ ڪاري سون (Petrol) جا ذخيرا بہ مسلمان ملڪن

۾ آهن- اها ڳالهہ مسلمانن جي دشمنن کي نٿي وڻي.

ظاهر آهي تہ مسلمان عالم جڏهن سيرت جي مسلم ذريعن تي ئي ڪا تحقيق ڪونہ ٿا ڪن، تڏهن هو غير مسلم ذريعن جي ڪهڙي ويهي ڇنڊ ڇاڻ ڪندا. اسان جي ملڪ ۾ هونئن تہ متعدد ادارا اهڙا بہ آهن، جن جو ڪم آهي اسلامي علوم جي تحقيق ڪرڻ، پر اُنهن ادارن کان بہ هن قسم جي ڏکين ڪتابن جي رد لکڻ يا پئي ڪنهن نوس علمي ڪم جي توقع نٿي رکي سگهجي. (ڪم تہ چاهہ، توجهہ ۽ محنت سان ٿيندو آهي).

مون کي سيرت تي تحقيق جي سلسلي ۾ اصلوڪن مسلم ماخذن جي مصنفن جي تقابلي مطالعي جي ضرورت پيش آئي. جڏهن ان موضوع تي ڪتاب تلاش ڪيم تہ ورهين جي جاکوڙ کان پوءِ جيڪو ڪتاب هٿ آيو سو بہ هڪ غير مسلم جو لکيل. مصنف پروفيسر جوزف هورووتس جرمن مستشرق آهي، ۽ ڪنهن زماني ۾ عليگڙهہ يونيورسٽيءَ سان وابستہ هو. سندس ڪتاب جي اردو ترجمي جو نالو آهي: ”سيرت نبوي ڪي اولين ڪتابين اور ان ڪي مولفين.“

ڪتاب جو مطالعو ڪبو تہ هر هنڌ غير مسلم ذهن جو فڪر، واضح طور ڪارفرما نظر ايندو. فاضل اردو مترجم پڻ ان حقيقت جو دبيل اکرن ۾ اعتراف ڪندي چيو آهي تہ ”سندس راءِ سان علمي سطح تي اختلاف جي گنجائش ڪيترن ئي هنڌن تي موجود آهي.“

هن معروضات مان منهنجو مطلب مسلمانن ۽ خصوصاً سنڌين جو سيرت جي مطالعي ۽ تحقيق ڏانهن توجهہ ڇڪائڻ آهي. ماضيءَ ۾ سنڌ جي علمي روايت نهايت شاندار رهي آهي. ماضي قريب جي سنڌي عالمن، مثلاً مخدوم محمد هاشم ٺٽوي يا (پٺائيءَ جي يار)

معين ٺٽوي، ابوالحسن ڏاهري ۽ ٻين کي ڇڏي جيڪڏهن ماڳهين اوائلي دور کي کڻبو تہ بہ سنڌ پوئتي نظر نہ ايندي.

سڄي اسلامي تاريخ ۾ سيرت نگارن جي پهرينءَ صف ۾ دنيا جا فقط تيرهن عالم شمار ڪيا وڃن ٿا. سنڌ پهرينءَ صف ۾ موجود آهي. دنيا جي هاڪاري ڪتاب "طبقات" جي مصنف ابن سعد جي استاد الواقديءَ جو استاد ابو معشر سنڌي هو. هو دنيا جي پهرئين پهرئين سيرت نگار ابن اسحاق جو همعصر هو. بغداد ۾ دفن ٿيل آهي. سندس جنازي نماز خليفي هارون الرشيد پڙهائي هئي. ڪيس عام طرح سان "السنڌي" سڏيو ويندو هو. مغازيءَ جي روايتن ۾ ڪيس "سَنَدَ" جو درجو حاصل هو. امام احمد بن حنبل ڪيس "بصير في المغازي" (مغازيءَ ۾ بصيرت رکندڙ) ڪوٺي ٿو. الخاطيءَ جو خيال آهي تہ "السنڌيءَ جو علم ۽ تاريخ ۾ خاص مقام آهي."

ابو معشر "ڪتاب المغازي" بہ لکيو هو. اُن ڪتاب جا ڪيترائي اقتباس واقديءَ جي "ڪتاب المغازيءَ" ۾ موجود آهن. ابن سعد وٽ سيرت جا اقتباس ڏسي اهو بہ اندازو ٿئي ٿو تہ ابو معشر سنڌي رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جي مڪمل حياتي مبارڪ بابت روايتون گڏ ڪيون هيون.

جيڪڏهن اڄ اسان وٽ اهڙو علمي انحطاط اچي وڃي جو اسان پنهنجن پيش رو عالمن جي علمي روايت کي تہ قائم رکي سگهون، پر مغرب جي عياريءَ ۽ دهشت کان مرعوب ٿي، يهودين ۽ عيسائين کان سيرت سکڻ ۽ سمجهڻ لڳون تہ اها يقيناً افسوس ڀري ڳالهہ ٿيندي.

يهودي يا ٻيون اسلام دشمن قوتون اسلام ۽ مسلمانن کي فنا ڪرڻ ۾ ڪامياب وڃن ٿيون يا نہ، اهو فيصلو تہ تاريخ ڪندي، اڄا

تائين تہ هُو ائين ڪرڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ويا آهن. آخر دنيا جا سارا ڪم ماڻهوءَ جي مرضيءَ موجب تہ فيصل ڪونہ ٿا ٿين. قدرت جو مخفي هٿ بہ تہ ڪارفرما آهي. سج ڪنهن شاهہ، شهنشاهہ، صدر ۽ سلطان جي مرضيءَ موجب نڪي اُڀري ٿو نڪي لهي ٿو.

سائنسدانن جي تحقيق موجب ڌرتيءَ جو گولو سدائين سج جي چوڌاري ڦِرندو رهي ٿو. جيڪو پاسو سج جي سامهون اچي ٿو اُتي سوجهرو ٿئي ٿو ۽ جيڪو پاسو پٺيان وڃي ٿو اُتي رات ٿئي ٿي. ان طرح جيئن جيئن ڌرتيءَ جو گولو سج جي چوڌاري ڦِرندو رهي ٿو تيئن تيئن جدا جدا ملڪن ۾ ڏينهن ۽ رات جا وقت بدلبا رهن ٿا. اڄ دنيا جو ڪو اهڙو ملڪ مشڪل سان ملندو جتي اسلام جو پيغام نہ پهتو هجي. مسلمان ڏينهن ۽ رات ۾ پنج دفعا نماز پڙهن ٿا ۽ هر دفعي نماز لاءِ الڳ بانگ ڏني وڃي ٿي.

چون ٿا تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي ڏينهن ۾ جڏهن بلال بانگ ڏيندو هو تڏهن اَشهد اَن محمد رسول الله چوڻ وقت آڱر سان رسول الله ڏي شاهديءَ طور اشارو ڪندو هو. رسول الله جن جي جهان ڇڏڻ کان پوءِ بلال بانگ ڏيڻ ڇڏي ڏني. علامہ شبليءَ جي تحقيق موجب، بيت المقدس جي فتح ٿيڻ تي، خليفي حضرت عمر رضہ بلال کي بانگ ڏيڻ لاءِ چيو. بلال وراڻيو تہ مون فيصلو ڪيو هو تہ "رسول الله کان پوءِ بانگ ڪونہ ڏيندس، پر اڄ اوهان جي حڪم جي تعميل ڪندس."

بلال بانگ ڏني تہ مسلمانن کي رسول الله جا ڏينهن ياد اچي ويا. هر طرف ڏک جي لهر ڊوڙي ويئي. ابو عبيده ۽ معاذ بن جبل جهڙا سپهہ سالار روئي ويٺا. خود خليفو حضرت عمر رضہ پنهنجي جذبات

ڪي دٻائي نہ سگھيو ۽ سندس نيٽن مان نير وهي آيا. چوطرف ڪا اک اهڙي نہ هئي، جنهن مان ڳوڙها نٿي ٽِميا. بلال اُن ڪان پوءِ ڏک ۾ وري ٻانگ ڪانہ ڏني.

تاريخي طور حقيقت شايد ائين ئي هجي تہ بلال وري ٻانگ ڪانہ ڏني، پر قدرت کي ائين منظور هو تہ بلال جي ٻانگ جو پڙلاءُ صداءِ ازل وانگر ابد تائين هن ڌرتيءَ تي گونجندو رهي. چنانچہ، ڌرتيءَ جو گولو جيئن سج جي چوڌاري ڦِرندو رهي ٿو تيئن اُن جي مٿان ميدانن مان ۽ شهرن مان، رڻن پٽن مان ۽ سنگمرمر جي فرش ٻڌل مسجدن مان، سُڪل پهاڙن جي وادين مان، ۽ پاڻيءَ جي ڦوهارن وارن باغن بوستانن مان- سوين، هزارين، لکين ڪروڙين ٻيرا انسان، هر وقت ۽ هر گھڙيءَ پڪاريندا رهن ٿا: "اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ الله هڪ آهي. اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ محمد الله جو رسول آهي."

[4- سيپٽمبر 1981ع]



## ساروئي سبحان

يلو آهي يٽ ڏٽي، ساروئي سبحان،
آهي عبداللطيف تي رضامندو رحمان،
جوڙي جنهن قرآن، سنڌيءَ ۾ صحي ڪيو.
[شهيد عبدالرحيم گرهوڙي]

گذريل جمعي تي مون ”هلال پاڪستان“ جي قارئين ڪرام جي خدمت ۾ عرض ڪيو هو تہ انشاءَ الله ايندڙ مضمون ۾ سنڌ جي ماضيءَ جي علمي روايت ۽ سنڌي ڪلچر بابت ڪي ڳالهيون اهلِ دل ۽ اهلِ قلم دوستن اڳيان عرض ڪندس.

”سنڌي ڪلچر“ جي موضوع تي ڪجھہ عرض ڪرڻ کان اڳ مان ”ڪلچر“ جي معنيٰ ۽ مفهوم جي باري ۾ بہ تي عام ڳالهيون خاص ڪري اسلامي نقطي نگاھہ کان ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان، ڇو تہ اُن وضاحت کان پوءِ ئي ”سنڌي ڪلچر“ جي پس منظر ۽ پيش منظر سمجهڻ ۾ آساني ٿيندي.

سي. اي. ايم. جوڊ نالي هڪ هاڪاري مغربي مفڪر، پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ چيو آهي: ”سوشلزم اُهو توپلو آهي، جنهن جي شڪل بگڙي ويئي آهي، ڇو تہ هر ڪو ماڻهو اُن کي استعمال ڪري ٿو“. جيڪڏهن جوڊ جا اهي لفظ سوشلزم بدران ”ڪلچر“ جي وصف بيان

ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجن ته نامناسب ڳالهه ڪا نه ٿيندي.

منهنجو دوست، علي احمد بروهي، سنڌ سرڪار جو انفارميشن سيڪريٽري هو. هڪ دفعي سندس آفيس ۾ ويس. وٽس اڳ ئي ڪو شخص ويٺل هو جو ڪنهن ڪلچرل ائسوسيئيشن جو سربراهه هو. بروهيءَ منهنجو تعارف ڪرائڻ لاءِ ڪيس منهنجي لکڻ پڙهڻ جي شوق ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي ڪم ڪار جون ڳالهيون ٻڌايون. هُن يارڪِلي چيو: "ان کو بھی ثقافت ہو گئی ہے." (جڻ ثقافت به ڪنگهه، زڪام وانگر وچڙندڙ بيماري هئي).

اسان جا محترم سنڌي لکندڙ "ڪلچر" لفظ ايترو ته ڪثرت سان استعمال ڪندا آهن، جو سنڌي پڙهندڙن لاءِ هاڻي اهو لفظ اجنبي ۽ ڌاريءَ ٻوليءَ جو لفظ ئي نه رهيو آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن "ڪلچر" لفظ نه ٻُڌو هوندو ته ائگريڪلچر لفظ ضرور ٻڌو هوندو. ڇو ته حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن تان "ائگريڪلچر" ۽ آبادگار ڀائرن جي باري ۾ رات ڏينهن ڏڙي ڌمال ٿيندي رهندي آهي.

"ڪلچر" ۽ "ائگريڪلچر" ٻيئي انگريزي ٻوليءَ جا لفظ آهن ۽ رڳو اصل نسل جي لحاظ کان نه، پر مطلب ۽ معنيٰ جي لحاظ کان پڻ هڪ ٻئي کي ويجهو آهن. ائگريڪلچر جي معنيٰ زراعت. يعني پوک ڪرڻ، ان لاءِ زمين کيڙڻ، ٻج ڇٽڻ، ساوڻ سلن کي پاڻي ڏيئي وڏو ڪرڻ، پڪي فصل ۾ لابارو وجهڻ. فصل پوکڻ جو اصل مقصد يعني اناج حاصل ڪرڻ- سڀ ڪجهه اچي ويو.

اهڙيءَ ريت "ڪلچر" لفظ جي لغوي معنيٰ به آهي "کيڙڻ" ۽ کيڙڻ جو مقصد حاصل ڪرڻ، يعني سٺو بنائڻ. ٻين لفظن ۾ هيئن چئجي ته ڪلچر معنيٰ کيڙڻ ۽ سڌارڻ. جيئن هرُ ڏيڻ وسيلي زمين کي

پوک لاءِ بهتر بنائجي ٿو. تيئن تعليم جي وسيلي انساني ذهن جي آبياري ڪري، اُن کي سٺو بنائجي ٿو. ان ڪري تعليم، علم ۽ ادب جون سرحدون ڪلچر سان ايتريون ڳنڍيون پيون آهن، جو اُنهن ۾ سَنڌو ڪرڻ مشڪل آهي.

اها ڳالهه ذهن ۾ رکبي ته آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي ويندو ته اسان جو مشرقي ذهن ڪلچر کي ادب، نياز نوڙت، تهذيب ۽ شائستگيءَ جي معنيٰ ۾ ڇو استعمال ڪندو آهي. ساڳئي وقت اهو به ذهن نشين هئڻ گهرجي ته جيئن ته فنون لطيفه انساني ذهن جي امنگن جا ترجمان هوندا آهن، ان ڪري "ڪلچر" جي ظاهري نمود ۽ نمائش مختلف فنون لطيفه، هنرن ۽ ڪاريگرين وسيلي ٿيندي آهي- مثلاً: موسيقي، شعر شاعري يا عمارت سازيءَ جو هنر.

ڪن عالمن جو خيال آهي ته ڪلچر جا اهي مظهر يعني فنونِ لطيفه، هنر ۽ ڪاريگريون، ماڻهوءَ جي ڪن خاص بنيادي ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ وجود ۾ آيا. مثلاً اڻويهين صديءَ جي سنڌ جي هاڪاري سنڌي مفڪر، علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جو خيال هو ته هنر ۽ ڪاريگريون، انساني بنيادي ضروتن جي پورائي لاءِ، سعيي ۽ ڪوشش جي نتيجي ۾، رفته رفته، ظهور پذير ٿيون. بقول علامه صاحب:

"ماڻهوءَ ڪڪائين ڇَن ان ڪري ٺاهي، ته جيئن اونهاري ۾ اُس ۽ سياري ۾ سيءَ کان پناهه وٺي سگهي. ڪيس خواب خيال به ڪونه هو ته مينهن ۽ سج کان بچاءَ واسطي جهوپڙي اڏڻ لاءِ جيڪي پهه پچايا اٿس ۽ ڪشالا ڪڍيا اٿس، سي اڳتي هلي عمارت سازيءَ جو حيرت انگيز فن وجود ۾ آڻيندا."

علامه صاحب جي لفظن تي غور ڪبو ته ان نتيجي تي پهچبو

تہ هزارين ورهيہ اڳ جيڪڏهن ماٺهوڪڪائين ڇڻ نہ اڏي ها تہ اڄ دنيا درياءَ جي ڪناري تي تاج محل ڪو نہ ڏسي سگهي ها.

ڪلچر کي ان نقطہ نگاهہ کان سمجهڻ جي ڪوشش ڪبي تہ معلوم ٿيندو تہ انساني ڪلچر گهڻي قدر جاگرافيائي حالتن ۽ ضرورتن جي پيداوار آهي. (هڪ طرح سان تہ خود تاريخ بہ جاگرافيءَ تي مدار رکي ٿي).

عام اصطلاح آهي تہ ماڻهو مٽيءَ ۽ پاڻيءَ جي پيداوار آهي. خود آسماني صحيفن ۾ ارشاد آهي تہ انسان کي ڪڙڪندڙ مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو آهي. ماڻهوءَ جي مٽيءَ سان محبت سندس رت ۾ فطرت ۾ سمايل آهي. چون ٿا تہ معزول شاهہ ايران رضا شاهہ پهلوي جڏهن وطن ڇڏيو هو تہ ايران جي مٽيءَ جي پيتي پرائي پاڻ سان کڻي ويو هو. (شايد اها مٽي سندس قبر ۾ ڪم آئي هجي). سنڌي ڪلچر جي روح روان، ڀلاري ڀٽائيءَ، مارئيءَ جي واتان انساني فطرت جي بنيادي اُمنگ جي ترجماني ڪندي فرمايو هو:

تڏي وسائج تر جي، مٽي مڙهہ مٽان.

ماڻهوءَ جي ”مٽيءَ سان محبت“ جي ڪري ئي شايد وطن جي حب کي ”اڌ ايمان“ ڪوٺيو ويو آهي. حضرت اصيل الغفاريءَ جي حوالي سان هڪ روايت حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن ڏانهن منسوب آهي، تہ مان جڏهن مڪي مان هجرت ڪري مديني ۾ آيس، تڏهن حضرت عائشہ رضہ پڇيو: ”اي اصيل، مڪي جو ڇا حال هو؟“

مون جواب ڏنو: ”مڪي جون ماٿريون شيشي وانگر صاف شفاف هيون. وڻ ٽڻ جوڀن ۾ هئا. خوشبودار گاهہ (اذخر) ڦُٽو هو ۽

چؤطرف لهرائي رهيو هو."

اها ڳالهہ ٻڌي نبي ڪريم صلي الله عليہ و آلهٖ وسلم جن جون اکيون آليون ٿي ويون.

اها روايت بہ حضور جن ڏانهن ئي منسوب آهي تہ مديني منوره ڏانهن هجرت واريءَ رات، جڏهن ڳچ دير گذري، تڏهن پاڻ سڳورا گهر مان نڪتا ۽ ڪعبي تي نگاهہ وڌائون. فرمايائون: "اي مڪي جا شهر، تون مون کي سڄيءَ دنيا کان وڌيڪ پيارو آهين، پر تنهنجا فرزند مون کي هِتي رهڻ نٿا ڏين."

هنن اسلامي روايتن جي روشنيءَ ۾ ڏٺو ويندو تہ پنهنجي شهر ۽ زمين سان حب ۽ محبت ۾ ڪابہ خرابي ڪانهي. بلڪ اها ڳالهہ عين انساني تهذيب ۽ شائستگيءَ جي نشاني آهي.

مون هتي اها وضاحت ان ڪري ضروري سمجهي، جو ڪن لکندڙن جو خيال آهي تہ اسان پاڪستاني باشندن کي فقط "پاڪستاني ڪلچر" جو اصطلاح استعمال ڪرڻ کپي. اها سوچ ۽ سمجهہ صحيح ڪانہ آهي، سنڌي ڪلچر پاڪستاني ڪلچر جو حصو آهي ۽ پاڪستاني ڪلچر سنڌي ڪلچر کان سواءِ اڌورو آهي. جيڪو سنڌي ڪلچر کي پاڪستاني ڪلچر جي ابتڙ سمجهي ٿو اُهو خود پاڪستاني ڪلچر جي روح کان اڻ واقف آهي.

انساني تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جي ماهرن جون دوربين نگاهون تاريخي حقيقتن جي تهہ تائين پهچنديون آهن.

دنيا ڀر ۾، آثار قديمہ جو مشهور ماهر، سر مارٽيمر ويلر ڪو چريو ڪونہ هو جو هُن پنهنجي انگريزي ڪتاب "سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب" جي نئين ڇاپي کي "پاڪستان جا پنج هزار سال" ڪوٺيو هو.

اها ڳالهہ پاڪستاني ڪلچر لاءِ ئي ماڻ ۽ شرف جو باعث هئي.

پاڪستاني ۽ سنڌي ڪلچر جي روح ڪي سمجهڻ ۽ اُن جي خد و خال جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ مان انشاءَ الله هن مضمون جي ايندڙ قسطن ۾ وڌيڪ عرض ڪندس. سَرِ دست، ايترو عرض ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو تہ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ۾ برصغير جي مسلمانن جو مطالبو ئي ان بنياد تي مبني هو تہ برصغير جي مسلمانن (سنڌ سميت ٻين سمورن صوبن ۽ رياستن جي مسلمان باشندن) جي تهذيب ۽ ثقافت هندن کان جداگانہ آهي ۽ اُنهن جون پنهنجون پنهنجون علمي ۽ تاريخي روايتون آهن. ان سلسلي ۾ مشهور برطانوي مورخ، پيٽر هارڊيءَ جو هڪ تاريخي مقولو سمجهڻ ۽ ذهن ۾ رکڻ گهرجي:

"اسلام انساني زندگيءَ جي معنيٰ ۽ انجام متعلق هڪ نئين ۽ دائمي منفرد تشريح ۽ تصور کي هندستان جي قلب ۾ داخل ڪيو ۽ اهو هو مسلماني نظريو."



# سنڌ جي تهذيب ۽
# سنڌو نديءَ جي شروعات

گذريل مضمون ۾ مون قارئين ڪرام جو توجهه برطانوي مورخ، پيٽر هارڊيءَ جي تاريخي مقولي ڏانهن ڇڪايو هو جنهن جا هي لفظ خاص طرح غور طلب آهن. ”ڪا به تاريخي حقيقت تيستائين سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي نه سگهندي، جيسين ان کي زمان ۽ مڪان جي پس منظر ۾ نه پرکيو ويندو.“ پيٽر هارڊيءَ جي قول جي صداقت معلوم ڪرڻ لاءِ اسان کي سنڌ جي تاريخ تي نگاهه وجهڻي پوندي، ۽ ائين جاگرافيائي حقيقتن کي جاچڻو پوندو جن ”سنڌي ڪلچر“ جي اوسر ۽ ارتقا کي متاثر ڪيو آهي.

سنڌ جي تهذيب سنڌونديءَ جي سوغات آهي. سنڌي ڪلچر اُن تهذيب جو مرهون منت آهي، جيڪا هزارن ورهين کان وٺي سنڌونديءَ جي ڪنارن تي پروان چڙهندي رهي آهي ۽ موجوده نقطي تائين پهچي اسلامي تصوف جي گلشن جا ڪيئي سدا بهار گلابي گل مثلاً: مخدوم بلاول، شاهه عنايت شهيد، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست پيدا ڪيا اٿس. سنڌ رڳو پير ۽ فقير ڪونه پيدا ڪيا آهن، پر اهڙا عادل، مدبر، سپه سالار ۽ بادشاهه به پيدا ڪيا اٿس، جن نوشيروان ۽ بزر جمهر جهڙن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي سگهجي. جن نظام الدين سمو ۽ دولهه دريا خان پوري اڌ صدي سنڌ تي عدل ۽ انصاف سان راڄ ڪري، مڪليءَ جي

مٽيءَ ۾ ابدي آرام ۾ آهن.

محترم پير حسام الدين راشديءَ جي تحقيق آهي تہ ڄام نظام الدين فجر جي نماز پڙهي، گهوڙن جي طنبيلي ۾ ويندو هو ۽ سندن پُٺين تي پيار سان هٿڙا گهمائي چوندو هو "يٽارا، الله اُهو ڏينهن نہ آڻي، جو مان ڪنهن تي ظلم ڪرڻ لاءِ اوهان تي سواري ڪريان." سندس سپہ سالار دريا خان سنڌ جي تاريخ جو هيرو آهي. تاريخ نويسن، متفقہ طور، فقط ڪيس ئي سنڌ جو وڏي ۾ وڏو اعزاز يعني "گهوٽ" جو لقب ڏنو آهي.

مون هن مضمون جي سري تي قرآن حڪيم جي هڪ آيت شريف ڏني آهي، جنهن ۾ سموري انساني ڪلچر جو روح سمايل آهي. ڄام نظام الدين جو عمل قرآن ڪريم جي ڏنل تعليم موجب آهي. اها ڳالهہ ثابت ڪري ٿي تہ "سنڌي ڪلچر" اسلام جي عظيم ترين بلندين کي ڇهندو رهيو آهي.

تاريخي پس منظر ۾ ڏٺو ويندو تہ معلوم ٿيندو تہ خود "هند" جي فلسفي ۽ ڪلچر تي بہ "سنڌ" جي مهر لڳل آهي. دنيا ۾ جي مڃيل هندو فلاسافر ۽ ڪلچر جي ترجمان ۽ شارح پروفيسر راڌا ڪرشنن پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "Hindu view of life" (حياتيءَ جو هندوانہ نظريو) ۾ ٻڌايو آهي تہ هندو فلسفي ۽ ڪلچر جا بنيادي ڪتاب "ويد" آهن، جن جي وسيلي، هندستان ۾ آڳاٽي سمي جي ماڻهن حق جو مشاهدو ماڻيو هو. ويدن جو لکندڙ ڪو بہ فرد واحد ڪونہ هو ۽ نہ وري ٻين آسماني ڪتابن وانگر اُهي ڪنهن تي نازل ٿيا هئا.

پروفيسر راڌا ڪرشنن اعتراف ڪيو آهي تہ آرين اِهي ويد سنڌوءَ جي ڪنارن تي لکيا هئا ۽ رگ ويد جي ڪن بيتن ۾ سنڌو نديءَ

جي ساراهہ ڪيل آهي.

پروفيسر ڪي.ايم.سين نالي هڪ ٻئي مشهور محقق، جيڪو شانتي نڪيتن يونيورسٽيءَ جي باني ڪوي رابيندر ناٿ ٽئگور جو مرڻ گهڙيءَ تائين ساٿي هو پنهنجي مشهور ڪتاب "Hinduism" (هندومت) ۾ اهو بہ لکيو آهي تہ آرين سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن کان متاثر ٿي، سندن ڪي مذهبي نظريا قبول ڪيا. اهڙو مواد اٿر ويد ۾ موجود آهي.

مسٽر سين جو چوڻ آهي تہ آريا فطرتاً چست، چالاڪ ۽ ڦڙت هئا. سندن طبيعت گوشي نشينيءَ ۽ فقيريءَ جي خلاف هئي، جيڪا سنڌ ۾ رائج هئي.

آريا پنهنجي مذهبي عقيدي موجب آسماني طاقتن سج، چنڊ ۽ تارن کي مڃيندا هئا، پر اڳتي هلي سنڌو ماٿريءَ جي فقيري ۽ سنياسي طريقي، يعني "جوڳ" ۽ دنيا کي فاني سمجهي گوشہ نشيني اختيار ڪرڻ واري عقيدي کي پڻ "پنهنجو مذهبي عقيدو" ڪري قبول ڪيائون.

هتي مان هڪ ڳالهہ جي وضاحت ضروري سمجهان ٿو. آرين سنڌ جي رهاڪن جو اهو نظريو ان ڪري قبول ڪيو جو هو اُن جي صداقت کان متاثر ٿيا، يا خود آريا سنڌو نديءَ جي ڪنارن تي رهڻ ڪري، هتان جي جغرافيائي حالتن کان متاثر ٿي، اُنهيءَ ڪلچر ڏانهن متوجهہ ٿيا، اهو چئي نٿو سگهجي.

مسٽر سين موهن جي دڙي جي تهذيب جو ذڪر ڪندي، سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن جي ڪلچر کي ساراهيو آهي. هن چيو آهي تہ "سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي بنياد وجهندڙ هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي رهاڪن کي سون، چاندي، ٽامي، جست ۽ پتل جي استعمال جي

ڄاڻ هئي ۽ لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. جڏهن موهن جي دڙي جي ٻولي پڙهي ويندي، تڏهن وچي اها ڳالهه چٽي ٿيندي. وٽن واپاري طبقو بہ هو ۽ ڪن هنرن ۽ ڪاريگرن ۾ تہ تمام هوشيار هئا.“ مسٽر سين جو چوڻ آهي تہ هڙپا يا موهن جي دڙي جي، ڪوتائيءَ مان ”گڏجي عبادت ڪرڻ جون ڪي جايون“ ڪونہ مليون آهن، پر ايترو چٽي سگهجي ٿو تہ سنڌو ماٿريءَ جا رهاڪو ”لامذهب“ ڪونہ هئا.

درحقيقت، پروفيسر راڌا ڪرشنن ۽ ٻيا عالم، هند جي تهذيب جي قدامت تي جيڪو ناز ڪن ٿا، اُن جو بنياد ئي سنڌو ماٿريءَ (موجوده پاڪستان) جي تهذيب آهي، ڇو تہ تاريخي طرز اها حقيقت مڃيل آهي تہ سنڌو ماٿريءَ جي اها تهذيب ۽ ويدن جي تعليم، اڳتي هلي، گنگا جمنا ماٿريءَ ۽ ذڪڻ هندستان ڏانهن پکڙي.

بهرحال، هند ۾ هندو فلسفہ ۽ ڪلچر جيئن پوءِ ٿيئن ڦهلبو ويو. پر، آرين جي متضاد ۽ مختلف مذهبي عقيدن قبول ڪرڻ ڪري ۽ شايد نون نون نسلن سان رلڻ ملڻ ڪري، منجهن ذات پات جو سرشتو رائج ٿيو. انهن ۾ بنيادي طرح چار ذاتيون هيون. (1) برهمڻ، جيڪي هندو عقيدي موجب سڀني کان اعليٰ ۽ افضل، شان ۽ مان وارا هئا. (2) کتري جن جو ڪم جنگ ڪرڻ هو ۽ ان ڪري حڪومت ڪرڻ پنهنجو پيدائشي حق سمجهندا هئا. (3) ويش جن جو ڪم جسماني پورهيو هو ۽ (4) شودر جيڪي نيچ، ڪريل ۽ اهڙا تہ حقير هئا جو ڪين ڇُهڻ سان اوچيءَ ذات واري برهمڻ جا هٿ پير پليت ٿي ويندا هئا.

جيڪو بہ معاشرو انسانذات جي توهين تي قائم هوندو سو حق ۽ انصاف جي اصولن جي خلاف هئڻ ڪري، صحتمند ۽ ساراهہ

جوڳو تي نٿو سگهي. هندو معاشري جو بنياد ئي ذات پات ۽ ڇوت ڇات تي ٻڌل هو.

پروفيسر راڌا ڪرشنن جهڙي عالم ۽ دنيا ۾ "مشرق ۽ مغرب جي مجيل فيلسوف" لاءِ هر ڪنهن کي احترام هوندو. پر اهو ڏسي ڏک ٿئي ٿو تہ پروفيسر راڌا ڪرشنن ذات پات کي درست سمجهڻ لاءِ دليل بازي ڪئي آهي ۽ خلق کي پرچائڻ لاءِ چيو آهي تہ "بهرحال، هاڻي جديد دور ۾ ڇوت ڇات ختم ٿي رهي آهي."

منهنجو عرض آهي تہ جيڪڏهن ذات پات چڱي ڳالهہ هئي، ۽ عين انساني فطرت جي تقاضا موجب هئي، تہ پوءِ اُن کي ختم ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي. خير ۽ چڱائيءَ کي تہ هر دور ۾ قائم رکجي!

فيليگز والبي نالي هڪ مغربي محقق هندو معاشري کي هڪ اهڙو معاشرو ڪوٺيو آهي، جنهن جي ڪچيءَ ۾ برهمڻ جو ڳٽ هو جنهن انسان ذات کي اوچ نيچ جي اٽڪٽ ذاتين ۾ ورهائي ڇڏيو هو ۽ جنهن ۾ اهڙو تہ جبري قانون رائج هو جو انسان هميشہ هميشہ لاءِ پنهنجي ڄمر جو غلام هو ۽ پيو تہ نهيو پر سندس لاءِ ماڳهين "اميد" جو دروازو بند هو.

انساني غير برابري ۽ نسوري ظلم ۽ استحصال جي بنياد تي ٻڌل اهڙو معاشرو آخر ڪيستائين ڪاميابيءَ سان هلي ٿي سگهيو؟ چنانچہ اڳتي هلي، آسمان ۾ ڪڪر گڏ ٿيا ۽ رحمت جو مينهن وسيو. انسانذات جي ان لاجواب انقلاب جو باني "گوتم ٻڌ" هو.

گوتم ٻڌ، حضرت عيسيٰ کان تقريباً ڇهہ سئو سال اڳ ڄائو هو. سندس پيءُ هماليہ جي پهاڙين ۾ ڪپل وستوءَ نالي هڪ رياست جو راجا هو. گوتم جي دل کي عام ماڻهن جي ڏکن ۽ سورن نِنڊپڻ ۾ ئي

لوڏي ڇڏيو هو. جڏهن وڏو ٿيو تہ راجائي محل ڇڏي، سچائيءَ جي ڳولا ۾ جهنگ وڃي وسايائين. دنيا کان دوري اختيار ڪرڻ واري سندس اها روش، ڪيترن ئي نسلن تائين، مادي پرستيءَ کان پاڻ پلڻ جي تعليم تصور ڪئي ويئي آهي. ڪٿي وري گوتم ٻڌ جي تعليم کي رهبانيت سان تعبير ڪيو ويندو آهي، پر اهو صحيح نہ آهي.

گوتم ٻڌ جي جنم کان ٻہ اڍائي صديون پوءِ سندس هڪ پوئلڳ " آسوڪا" انساني تاريخ جي هڪ مثالي بادشاهت جو بنياد وڌو. سندس پيءُ چندرگپت پنجاب جي پرڳڻي ۾ پنهنجي ننڍي رياست قائم ڪئي هئي. آسوڪا اُن کي ترقي ڏيئي، عظيم الشان بادشاهت ۾ تبديل ڪيو. سندس حڪم هندستان جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين مڃيو ويندو هو.

جيڪي ماڻهو ٻڌ جي تعليم کي ترڪِ دنيا ۽ رهبانيت سان تعبير ڪن ٿا تن کي معلوم هئڻ گهرجي تہ آسوڪا جي حڪومت گوتم ٻڌ جي تعليم جي ٻن سون ورهين جو مٺو ميوو هو.

ٻڌمت آسوڪا جي حڪومت جو سرڪاري مذهب هو ۽ ان جو بنياد انسانيت جي احترام تي ٻڌل هو. سنڌ جي خمير ۾ تہ اها ڳالهہ اڳيئي سمايل هئي، سو سنڌ ۾ ٻڌمت جو اتر کان ڏکڻ تائين عام جام ڦهلاءُ ٿيو.

ٻڌمت جيئن تہ بنيادي طرح هندو معاشري ۾ برهمڻ طبقي جي سماجي استحصال خلاف هڪ انقلابي تحريڪ هئي، ان ڪري برهمڻن پنهنجي مفاد قائم رکڻ لاءِ ان کي دٻائڻ واسطي حربا هلايا. چنانچہ هند جي ماڻهن برهمڻن جي چالبازين جو شڪار ٿي گوتم ٻڌ کي صدين تائين صفا وساري ڇڏيو.

درحقيقت، هند جي سرزمين پنهنجي سچيءَ تاريخ جي هن عظيم ترين شخصيت مهاتما گوتم ٻڌ کي اجا بہ نظرانداز ڪندي رهي آهي، پر غير ملڪي اثر کيس مجبور ڪري وڌو.

(ٻڌ مت اڄ جيتري اتر ايشيا ۾ ذڪرڻ اوير ۾ ڦهليل آهي، اوتري خود پنهنجي اصلوڪيءَ سرزمين هند تي بہ موجود ڪانهي.)

هندو برهمڻن ٻڌمت کي بي اثر بنائڻ لاءِ گوتم ٻڌ کي وشنوءَ جو هڪ اوتار قرار ڏنو ۽ پيار ۽ سخاوت جي هن مذهب تي "لامذهبيت" جو غلاف چاڙهي ڇڏيو!

پر ٻاهرين ملڪن ۾ خاص طرح اتر ۽ اوڀر ايشيا ۾ بهرحال ٻڌمت ڦهلجي رهي هئي ۽ هڪ عالمگير مذهب جي صورت اختيار ڪري رهي هئي، جو وچ ايشيا جي قومن ۾ اوچتو ٿاڪوڙو پيو. ترڪ ۽ منگول نسل جون اهي قومون ڪئسپين سمنڊ کان وٺي چين تائين، انسانن جي هڪ سمنڊ وانگر پکڙيل آهن ۽ ايامن کان وٺي سرسبز چراگاهن جي تلاش ۾ وچ ايشيا جا ميدان گهوڙن جي سنبن هيٺان لتاڙي، حڪومتون تهہ و بالا ڪري، عوام کي چيرينديون ۽ ڦاڙينديون رهيون هيون. ٻڌمت جي مذهبي مبلغن جي ڳالهہ سندن ٻوڙن ڪنن ني بي اثر ثابت ٿي هئي. پر اوچتو منجهن ٿهلڪو مچي ويو جڏهن دنيا جي اسٽيج تي اسلام جو سج اُڀريو هو!

فيليگز والبي جو خيال آهي تہ جيڪڏهن پيغمبرِ اسلام ٻُڌمت کان واقف هجي ها، تہ جيڪر سرزمين هند جي هن "ڏاهي کان ڏاهي" انسان جي احترام ۽ تقدس لاءِ بہ ائين ئي هدايت جاري ڪري ها، جيئن حضرت موسيٰ ۽ حضرت عيسيٰ لاءِ ڪئي هئائين، ڇو تہ قرآن ڪريم ۾ الله پاڪ جي هر هاديءَ ۽ پيغمبر لاءِ احترام ۽ تقدس جو حڪم ڏنل آهي.

پر فيليگز والبي جيئن تہ اسلامي تاريخ کان پوريءَ طرح واقف نہ آهي، ان ڪري ڪيس معلوم نہ آهي تہ برصغير جي ڪن وڏن مسلمان عالمن واضح طرح سان ڄاڻايو آهي تہ قرآن ڪريم ۾ ”ذوالڪفل“ جو لفظ ”مهاتما گوتم ٻڌ“ ڏانهن منسوب ٿيل آهي.

علامہ عنايت الله مشرقيءَ پنهنجي ”تذڪري“ ۾ ”گوتم ٻڌ“ جي نالي پٺيان ”عليہ والسلام“ لفظ لکيا آهن ۽ دکن جي ممتاز عالم دين، مولانا مناظر احسن گيلانيءَ مهاتما ٻڌ کي الله پاڪ جو هادي قرار ڏنو آهي.

محترم مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جو چوڻ آهي تہ عرب آڳاٽي زماني ۾ ”پ“ جي اُچار کي ”ف“ چوندا هئا. مثلن جي چوٽو هوندو ”شڪارپور“ تہ چوندا هئا ”شڪارفور“. چنانچہ لفظ ”ذوالڪفل“ کي انهيءَ وضاحت بعد ڏسبو تہ اُن جي معنيٰ ٿيندي ”ڪپل وارو صاحب.“ (ياد رهي تہ ڪپل وستو مهاتما گوتم ٻڌ جي پيدائش جو هنڌ هو.) سنڌ ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب گوتم ٻڌ کي هادي ۽ پيغمبر سمجهندو هو. پاڪستان جي قومي شاعر علامہ اقبال گوتم ٻڌ جي ساراهہ ۾ شعر چيا آهن، جنهن جي نشاندهي عزيزم ناشاد ڪئي آهي:

*قوم نے پیغام گوتم کی ذرا پروا نہ کی،*
*قدر پہچانی نہ اپنے گوہر یک دانہ کی!*

بهرحال، هند جو برهمڻ طبقو ٻڌمت کي ڪاميابيءَ سان هضم ڪري چڪو هو ۽ مهاتما گوتم ٻڌ کي وشنوءَ جو اوتار بنائي ڇڏيو هئائين. درحقيقت هند جي برهمڻن کي پاڻ بہ پنهنجن اڻکٽ اوتارن، ديوتائن ۽ خدائن جي صحيح تعداد جي پوري پڪ ڪا نہ هئي. پر جڏهن اسلام جا پهريان پهريان ڪرڻا سر زمين ”سنڌ“ تي پيا، تہ

سموري هند جي برهمڻ جو ظلم هڪ گهڙي بہ قائم رهي نہ سگهيو. اسلامي عقيدي موجب ڪلمي پڙهڻ شرط هڪ اڇوت انسان، جنهن کي نسل در نسل نيچ ۽ ڪريل سمجهيو ويندو هو سو هاڻي هڪ لحظي ۾ ٻئي انسان جهڙو "اشرف الخلوقات" بڻجي ٿي ويو. ذات پات ۽ ڇوت ڇات جون هزارن ورهين کان بيٺل بُلند و بالا ۽ مضبوط ديوارون ڪن پلڪ ۾ ڊهي ڍير ٿي ويون.

هند جي سرزمين تي اسلام جا ڪرڻا سڀ کان اول "سنڌ" تي پيا ۽ سنڌ ۾ سڀ کان اول ٻڌمت جي مڃيندڙن اسلام قبول ڪيو. اهڙيءَ ريت، "سنڌي ڪلچر"، هندو ڪلچر ۽ ٻڌ مت جي تعليم جون سرحدون اُڪري هڪ نئين دور ۾ داخل ٿيو جنهن ۾ انسانن کي سيکاريو ويو تہ:

"اي انسانو! بيشڪ اسان اوهان کي هڪ مڙس ۽ هڪ زال مان پيدا ڪيو ۽ اوهان کي قومون ۽ قبيلا ڪيوسون تہ هڪ ٻئي کي سڃاڻو. بيشڪ الله وٽ اوهان مان تمام عزت وارو اُهو آهي، جيڪو اوهان مان ڏاڍو پرهيزگار آهي" (قرآن).

پروفيسر راڌا ڪرشنن جو موقف آهي تہ هر زماني ۾ ٻاهرين ملڪن مان، مختلف مذهبي عقيدن، مختلف نسلن ۽ مختلف رنگن واريون جيڪي قومون ۽ قبيلا هندستان ۾ وارد ٿيندا رهيا هئا، سي سڀ هندو معاشرو جذب ڪندو ويندو هو. اُهي قومون ۽ قبيلا اڳتي هلي هندو معاشري جو حصو بڻجي اڳوڻن رهاڪن سان رلي ملي هڪ ٿي ويندا هئا.

مون هن مضمون ۾ برطانوي مورخ پيٽر هارڊيءَ جا جي اصلي اکر ڏنا آهن، تن جو مطلب آهي تہ هندستان جو معاشرو اسلام جي

انقلابي فڪر کي پاڻ ۾ جذب ڪري ڪونه سگهيو. اڄ اسان ان حقيقت جا عيني گواهه آهيون تہ برصغير ”هندو- مسلم“ سوال جي بنياد تي ڦاٽي ٽڪرا ٿي ويو.

پر، تاريخ جي انهيءَ موڙ (14- آگسٽ 1947ع) تي پهچڻ کان گهڻو اڳ، هندستان اسلام کي جذب ڪرڻ جي هڪ ڀرپور ڪوشش ڪئي هئي. هندستان جي اُنهيءَ ڪوشش جو علمبردار ڪو معمولي ماڻهو ڪو نہ هو، هُو هماليہ جبل کان بہ وڏو هو. ايڏو وڏو هو جو هندستان گذريل پنجن هزارن ورهين ۾، سندس، قدآور شخصيت جيڏو فقط هڪ ماڻهو ”آسوڪا“ پيدا ڪري سگهيو سو. آسوڪا پنجاب پيدا ڪيو هو ۽ هيءُ سنڌ ڄڻيو هو. هيءُ معصوم ٻارڙو عمرڪوٽ ۾ ماءُ کي رولڻن ۽ رولاڪن دوران ڄائو هو. جڏهن وڏو ٿيو، تڏهن ”اڪبر اعظم“ جي نالي سان هندستان جي تخت تي ويٺو. پنجاهہ ورهيہ راڄ ڪيائين. تخت ۽ تاڄ جا نازڪ معاملا سنڀالڻ لاءِ هن سرزمين هند جي مشرق ۽ مغرب ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ سندس نگاهون ٻن ڀائرن تي پيون. اُهي سيوهڻ جي مذهبي عالم جو اولاد هئا، سندن نالا هئا: فيضي ۽ ابوالفضل.

[2 آڪٽوبر 1981ع]



# فيضي ۽ ابوالفضل

راڻي وڻان رات نئون نياپو آئيو
لڏيسون لطيف چئي، ڪنان ڏاتر ڏات
ڪونہ پڇي ٿو ذات، جي آيا سي اگهيا
[شاهہ ڀٽائيؒ]

فيضي ۽ ابوالفضل مُلامبارڪ جا پٽ هئا. سندن خاندان اصل ۾ يمن مان آيو هو ۽ پنج پيڙهيون سيوهڻ ۾ رهڻ کان پوءِ لڏي وڃي هندستان جي ناگور نالي شهر ۾ ويٺو هو. انهيءَ ڪري سندن خاندان کي ناگوري سڏيندا هئا.

سيوهڻ اُن زماني ۾ سنڌ جو مکيہ شهر هو. تاريخ نويسن ٺٽي تي جيترو توجهہ ڏنو آهي، اوترو سيوهڻ تي ڪو نہ ڏنو آهي. منهنجي خيال موجب سنڌ ۾ جيڪي پراڻا تاريخي شهر اڄا تائين ساهہ کڻي رهيا آهن، اُنهن سڀني ۾ سيوهڻ آڳاٽو ۽ اهم آهي. سيوهڻ سڪندر جي سنڌ ۾ اچڻ وقت يعني حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان ٽي سَئو چوٿهہ ورهيہ اڳ بہ عروج تي هو ۽ مهاڀارت جي لڙائي لڳڻ وقت پڻ پنهنجي جوڀن ۾ هو. سيوهڻ سنڌي ڪلچر جو اهم جز آهي. ظاهر آهي تہ جيڪو خاندان سيوهڻ ۾ پنج پيڙهيون رهيو هوندو اُن جي ذهني ساخت ۾ سيوهڻ جي ڪلچر ۽ اُتان جي مشاهيرن جو اثر هوندو.

نہ رڳو ايترو پر ابوالفضل آئين اڪبريءَ ۾ پنهنجي خاندان جي احوال ۾ لکيو آهي تہ ناگور ۾ رهائش وقت پڻ سندس والد يوسف نالي هڪ سنڌي بزرگ کان فيض ورتو هو.

ابوالفضل کي جڏهن قسمت اڪبر جي اڳيان دربار ۾ باريابي جو موقعو ڏنو تڏهن پنهنجي عقل ۽ اخلاق سان بادشاهہ جي دل ۾ جاءِ پيدا ڪري ورتائين. منتخب التواريخ جي مصنف ملا عبدالقادر بدايونيءَ جو چوڻ آهي تہ:

"بادشاهہ لکپڙهہ جي ڪاتي جو سمورو انتظام ابوالفضل کي سونپي ڇڏيو آهي. سلطنت جي مکيہ ڪمن جو دفتر بہ سندس ٿي هٿن ۾ رهندو آهي. ڪو بہ ڪم ابوالفضل جي صلاح ۽ راءِ کان سواءِ ڪو نہ ٿيندو آهي."

ابوالفضل جو ڀاءُ ملا فيضي اڪبر جو درٻاري شاعر هو حالانڪ عرفيءَ ۽ نظيريءَ جيڏا وڏا شاعر بہ درٻار ۾ موجود هئا.

ملا فيضي علم جو بحر هو. جنهن بہ ميدان ۾ وک وڌايائين تنهن ۾ ڪمال ڪري ڇڏيائين. قرآن ڪريم جو عربي زبان ۾ اهڙو تہ تفسير لکيائين، جو اُن ۾ ڪٿي بہ "نقطو" ڏنل ڪونهي! اهو تفسير، جنهن کي مواطع الاهام ڪوٺيندا آهن، سو مسلم-هند جي مذهبي لٽريچر جو املهہ دستاويز آهي. انهيءَ هوندي بہ ملا فيضي ۽ خاص طرح ڀاڻس ابوالفضل جي مذهبي عقيدن جي باري ۾ شڪ شبها اُٿيا ۽ الزام آيو تہ هي ٻيئي ڀائر بادشاهہ کي اسلام کان پري ڪرڻ ۽ غير مسلمانن جي ويجهو آڻڻ لاءِ جوابدار آهن. ڀانئجي ٿو تہ اهو الزام ذاتي حسد ۽ ساڙ جي ڪري هو. ايترو هو تہ ابوالفضل صوفي هو ۽ اسلامي تصوف ۽ وحدت الوجود جي شارح محي الدين ابن عربيءَ جو مٽس وڏو

اٿر هو. ڪشمير ۾ اڪبر بادشاهہ سيني مذهبن وارن لاءِ عبادتگاهہ ٺهرائي هئي، اُن جي ڪتبي جي عبارت ابوالفضل جي لکيل آهي. پڙهڻ سان اهل دل انسان جون اکيون آليون ٿي وينديون. عبادتگاهہ جو مفهوم بيان ڪندي، رب کي جن نماڻن لفظن ۾ ياڏايو اٿس، اُهي تہ ڪافر جي دل ۾ بہ هيڪر ايمان جي شمع روشن ڪري سگهن ٿا.

"حيات النبيءَ" جي مصنف حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ ٻنهي ڀائرن تي ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ سندن مذهبي عقيدن تي بحث ڪندي چوي ٿو:

"فيضي ۽ ابوالفضل اهڙي وقت ۾ هئا جنهن وقت ۾ ڪٽر ڪامورن ۽ تنگ خيال پڙهيلن جو غلبو هو جن کي پنهنجي مذهب سان مطلب ئي ڪونہ هو. جيڪڏهن هُنن جي هان ۾ هان ڪونہ ملايائين، تہ ٿيو بي دين ۽ ملحد ۽ ڪافر. فيضي ۽ ابوالفضل نڪي هئا ڪافر، نڪي هئا ملحد... هو موحد مسلمان هئا. اجهو فيضي ۽ ابوالفضل جا ٺهيل ڪتاب بلقيس، سليمان فصل دين، هفت ڪشور، قصائد ۽ ديوان فيضي ۽ ابوالفضل جو آئين اڪبري ڪٿي ڏسو ۽ پڙهو تہ برابر لکيل آهن يا نہ؟ ڪٿي بہ ٽيڙ نہ ڪاڏو اٿن. مذهبي ڪتاب جيڪي بہ ٺاهيا اٿن، تن سيني ۾ پورو پورو مسلماني رستو ورتو اٿن. پنهنجن ڪتابن ۾ خدا ۽ رسول جي تعريف ۾ هڪ هڪ جملو چمڪندڙ موتيءَ ۾ جلوه دار جوهر جهڙو لکيو اٿن. نہ تہ دنيائي عالم هئا، بادشاهي واڳ هٿن ۾ هئن ۽ جيڪي بہ وٽين ها، سو پنهنجن مذهبي ڪتابن ۾ داخل ڪري پئي سگهيا."

هنن حقيقتن جي روشنيءَ ۾ اها ڳالهہ تمام هلڪڙي نظر ٿي اچي تہ اڪبر کي فيضيءَ ۽ ابوالفضل برغلائي دين اسلام کان گمراهہ ڪري ڇڏيو. ان مفروضي کي قبول ڪرڻ جو پهريون مطلب هي نڪرندو تہ اڪبر واقعي دين اسلام کان ڪناره ڪش ٿي ويو هو ۽ ٻيو هيءَ تہ اڪبر اهڙو تہ ٿلهي عقل وارو ماڻهو هو جنهن کي ابوالفضل ۽ فيضيءَ مٿي تي هٿ گهمائي دين کان دور ڪري ڇڏيو. تازه ترين تاريخي تحقيق اُنهن ٻنهي الزامن کي غلط ثابت ڪيو آهي.

لنڊن مان شايع ٿيل ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جي ”تاريخ اسلام“ جي ايڊيٽرن: پروفيسر هولٽ، پروفيسر لئٽن ۽ برنارڊ ليوس اڪبر جي ڪردار تي تبصرو ڪندي چيو آهي: ”اڪبرهر لحاظ کان بهادر شخص، سٺو جنرل ۽ نهايت شاندار منتظم هو. اُنهن خوبين جي ڪري، عام ماڻهوعوامي داستانن ۽ لوڪ داستانن ۽ لوڪ ڪهاڻين ۾ سندس نالو هاڪارن بادشاهن وانگر ڳائڻ لڳا هئا.“ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جي پروفيسرن جي راءِ آهي تہ ”اڪبر سخت طبيعت جو مسلمان ڪو نہ هو پر مٿس اهو الزام بہ ثابت ٿي ڪو نہ سگهيو آهي تہ هن اسلام کي ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ مسلمان ئي ڪو نہ رهيو.“ هنن تحقيقات ڪري، تاريخ اسلام جي مغل دور ۾ لکيو آهي تہ ”اها ڳالهہ عيسائي مبلغن غلط رپورٽون ڏيئي پکيڙي هئي.“ محترم غلام مصطفيٰ قاسمي جي تحقيق آهي تہ اڪبر بابت اهڙي غلط فهمي عربستان ۾ عبدالقادر بدايونيءَ بہ پيدا ڪئي هئي ۽ اڪبر اُن کي خط لکي ختم ڪيو هو.

دراصل، اڪبر هڪ سياسي مدبر جي حيثيت ۾ برصغير جي صورتحال کي جاچي، پنهنجي رعيت ۾ صوفيانہ مزاج جي مسلمانن ۽

غير مسلمانن جي حمايت ڪئي ۽ ان طرح انتهاپسند مسلمانن کي ڪمزور ڪيو. ان جا ٻه سبب هئا: هڪ ته اڪبر پنهنجيءَ طبيعت موجب پاڻ مذهب ۾ انتها پسند ڪونه هو ٻيو ته سموريءَ رعيت جي رضامندي حاصل ڪرڻ سان سندس بادشاهيءَ جا بنياد مضبوط پئي ٿيا. چنانچه اڪبر مذهبي عالمن جي مناظري بازي پڻ شروع ڪرائي. اول مختلف عقيدن وارا مسلمان عالم اُن ۾ ڀهرو وٺندا هئا. پوءِ ٻين مذهبن جا عالم، هندو پنڊت، جين مذهب جا پوئلڳ، زرتشت جا پوئلڳ، عيسائي پادري ۽ ٻڌمت وارا به شامل ٿيا. اڳتي هلي اُنهن مباحثن جي نتيجي ۾ هڪ نئون نظريو ايجاد ٿيو جنهن کي ”دين الاهي“ ڪوٺيو ويو. اڪبر پنهنجن مصاحبن کي اُن ۾ داخل ڪيو. پر اهونظريو فقط شاهي دربار تائين محدود رهيو عوام ۾ مقبوليت حاصل ڪري ڪو نه سگهيو. اڪبر پنهنجي عمر جي پوين ڏينهن ۾ مذهبي معاملن ۾ دلچسپي گهٽائي ڇڏي هئي. پر اڪبر جي ڪردار، مذهبي عقيدن ۽ روحاني نصب العين کي سمجهڻ لاءِ اسان کي سندس زندگيءَ جي حالتن تي نظر وجهڻي پوندي.

اڪبر جڏهن تخت تي ويٺو ته سندس عمر تيرهن چوڏهن ورهيه هئي. چيو وڃي ٿو ته سندس ڄمڻ وقت جڏهن همايون کي اها خوشخبري ٻڌائي ويئي هئي، تڏهن وٽس مُشڪ جو هڪ ٽُڪر هو جنهن کي ذرو ذرو ڪري حاضرين مجلس ۾ ورهائي دعا گهري هئائين ته، ”جيئن هن مُشڪ جي خوشبو چوڌاري پکڙجي ويئي آهي، تيئن خدا ڪندو ته جڏهن منهنجو پٽ وڏو ٿيندو تڏهن سندس هاڪ چوڌس پکڙجي ويندي“.

محترم حسام الدين راشديءَ جي تحقيق آهي ته عمرڪوٽ ۾

جڏهن اڪبر ڄائو هو، تڏهن خير ۽ برڪت خاطر، نٿي جي هڪ درويش سيد علي شيرازيءَ جي پهراڻ ۾ ٻارڙي کي ويڙهيو ويو هو.

قدرت وٽ ڪهڙي ڳالهه قبول پوي ٿي، اُن جو انسان کي پتو ڪونهي. ڪهڙي خبر تہ درويشي گودڙيءَ ۾ ويڙهيل ٻارڙي لاءِ پيءُ جي دعا کي قدرت وٽ ڪيترو مانُ مليو!

تاريخ اڳتي هلي اهو ڏيکاريو تہ پٽس همايون پنجاب جي هڪ ٽڪر جي بادشاهي کيس ورثي ۾ ڏيئي ويو هو پر سندس مخالفن جون اُن ٽُڪر تي بہ حريصانہ نگاهون هيون. تيرهن چوڏهن ورهين جي ننڍيءَ عمر جي ڪري بيرم خان سندس اتاليق مقرر ٿيو هو، جنهن سندس دشمنن کي منهن ڏنو. سوري خاندان جي ٻن ٽئن جبرن دشمنن کان علاوه اڪبر کي اول هيموءَ جو مقابلو ڪرڻو هو. پاڻي پت جي تاريخي ميدان تي ٻي مهاڀاري لڙائي لڳي، جنهن ۾ هيموءَ هارايو.

اڪبر ارڙهن ورهين جو ٿيو تہ بيرم خان کي ڪانئس پري ڪرڻ لاءِ مٿس سخت خانداني بار پيو. ان سبب ڪري بيرم خان بغاوت ڪئي. اڪبر استاد جي بغاوت کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏنو. اُن کان پوءِ هن مسلسل لڙايون ڪيون، جن ۾ راجپوتن کي ماري ميدان ۾ وڏي بهادري ڏيکاريائين. سڄو اُتر هندستان فتح ڪري ڏکڻ هندستان ڏانهن منهن ڪيائين ۽ اُتان جي موثر طاقتن کي مطيع ڪري هندستان تي پنهنجي بادشاهي قائم ڪيائين.

فيليگز والبي اڪبر کي يورپ جي هاڪارن بادشاهن لوئي چوڏهين ۽ پيٽر اعظم سان ڀيٽي چيو آهي تہ "سياسي مدبر جي حيثيت ۾ اڪبر سندن مدمقابل هو پر مفڪر جي حيثيت ۾ ٻنهي کان مٿي هو. اڪبر جي اندر ۾ جو "انسان" هو سو "بادشاهہ" تي سبقت

حاصل ڪري ويو. وحدت الوجود جو نظريو رکندڙ مسلمان صوفين ۽ ٻڌمت جي تعليم جو اڪبر تي تمام وڏو اثر پيو. گوشت کائڻ گهٽائي ڇڏيائين، ۽ هڪ دفعي چيائين: ”ماڻهوءَ کي نهي ٿي نٿو تہ پنهنجي پيٽ کي جانورن جو قبرستان بنائي. جيڪر منهنجي جسم تي ايترو گوشت هجي، جو ماڻهوءَ جي بک پوري ڪري سگهي، تہ جيئن جانورن جي حياتي بچي پوي.“

فيليگز والبي اڪبر جي انهن لفظن ۾ آسوڪا جي ٻولي ٻڌي آهي ۽ چيو آهي تہ، ”هڪ عيسيٰ کان ٽي سئو ورهيہ اڳ ٿي گذريو هو ۽ ٻيو عيسوي سورهين صديءَ ۾ هو. هڪ ٻڌ هو ۽ ٻيو مسلمان. ٻيئي ڄڻا ٻن هزارن ورهين جي مفاصلي تان هڪ ٻئي سان هٿ هٿ ۾ ڏيئي رهيا هئا.“

فيليگز والبي جي راءِ آهي تہ ”اڪبر جا پوئلڳ سندس اهل ثابت نہ ٿيا. نتيجو اهو نڪتو جو فقط ٻن سون سالن اندر مغل سلطنت ۾ ڇڙواڳي زور وٺي ويئي، جنهن ڪري مغربي طاقتن کي هند جي آڳاٽي اتهاس ۽ اسلامي تهذيب جي کنڊرن مٿان پير کوڙي ويهڻ جو موقعو مليو. ان ڳالهہ جي شاهدي مغلن جون محلاتون، سفيد سنگ مرمر سان بنيل تاج محل ۽ پنجاب جي شاهي مسجد جا منارا ڏيئي رهيا آهن.“

فيليگز والبي پنهنجي راءِ ڏيندي چيو آهي تہ ”اڪبر ٻن نرالين دنيائن کي مِلائڻ تي گهريو. هن هندستان جي روحاني وحدت جو خواب ڏٺو هو پر شاسترن جي سکيا ۽ قرآن جي تعليم ۾ سمجهوتو ٿي ڪونہ سگهيو. نتيجي طور اڪبر ناڪام ٿيو.“

مون گذريل مضمون ۾ قرآن ڪريم جي هڪ آيت ڏني هئي ۽

عرض ڪيو هو تہ طلوع اسلام بعد هند ۽ سنڌ جو ڪلچر هيٺين ڳالهين سان آشنا ٿيو:

1۔ جهان جو خلقيندڙ هڪ آهي.

2۔ انساني نسل مرد ۽ عورت جي ميلاپ مان پيدا ٿيو آهي.

3۔ ذات پات ۽ ڪڙم قبيلي جو فرق رڳو سڃاڻپ جي حد تائين روا آهي، اهو ڪنهن بہ انسان کي ٻئي انسان کان ڀلو يا برو ڪو نہ ٿو بنائي.

4۔ ڀلائيءَ ۽ برائيءَ جو معيار هڪڙو ئي آهي، يعني ماڻهوءَ جو عمل ۽ اخلاق. جيڪو شخص پاڻ کي براين کان جيترو بچائي پرهيزگار بڻائيندو اُهو شخص اوترو پنهنجي خلقيندڙ کي ويجهو ۽ پيارو ٿيندو. اسلام جي انهيءَ تعليم جي برعڪس، هتان جو اڳوڻو ڪلچر، انهن ڳالهين بابت هي عقيدا رکندو هو:

1۔ هن جهان جو اصلي خلقيندڙ تہ شايد هڪ "برهما" هو پر هاڻي سندس جاءِ تي هن جهان جا خلقيندڙ گهڻائي آهن. اُنهن ۾ بنيادي طرح هڪڙو خلقڻ وارو ٻيا قائم رکڻ وارا ۽ ٽيان ڊاهڻ وارا آهن. انهن کان علاوه اڻ ڳڻيا ننڍا ديوتا ۽ خدا آهن.

2۔ انساني نسل چئن ذاتين ۾ ورهايل آهي: برهمڻ برهما جي مُک مان نڪتا آهن. کتري سندس ٻانهن مان، وئش سندن ٽنگن مان ۽ شودرسندن پيرن مان.

3۔ سڀ ماڻهو جيئن تہ ڄائي ڄم کان چئن ذاتين ۾ ورهايل آهن، ان ڪري سندن سڃاڻپ ۽ بري ڀلي هجڻ جو درجي بدرجي، معيار ذاتين تي آهي، يعني سڀني کان اعليٰ برهمڻ ۽ سڀني کان ڪِريل شودر.

4۔ ڀلائي ۽ برائي جو معيار پرکڻ ۽ ذات پات ايتري تہ اهم آهي، جو آئين اڪبري جي مصنف ابوالفضل جي تحقيق موجب، جيڪڏهن ڪا برهمڻ عورت بہ ڪنهن شودر سان شادي ڪري (جيڪا بلڪل ناجائز آهي)، تہ ان مان جيڪو اولاد ٿيندو اُهو بہ ٿيندو ”چنڊال“.

مٿين نڪتن تي ويچار ڪبو تہ صاف نظرايندو تہ اسلامي تعليم هندو فلسفي جو رد هئي ۽ ٻنهي جي ميلاپ جو ڪو بہ امڪان ڪونہ هو. ائين بہ ڪونهي تہ هندو ۽ مسلم اتحاد لاءِ رڳو اڪبر سرڪاري سطح تان ڪوشش ڪئي هئي، عوامي سطح تان بہ اهڙيون ڪيئي ڪوششون ٿيون هيون. درحقيقت ٻڌمت ۽ جين ڌرم وارن اڳيئي هندو برهمڻن جي استحصال کي ختم ڪرڻ لاءِ مذهبي ڪٽرپڻي خلاف ۽ انساني ڀائپيءَ جي فائدي ۾ گهڻي تبليغ ڪئي هئي ۽ اُن ماڻهن تي اثر ڪيو هو. بعد ۾ ساڳيءَ ريت، بلڪل عوامي سطح تي، هندن ۾ ڀڳتي تحريڪ وارن ۽مسلمان صوفين ۾ چشتي طريقي جي بزرگن، هندن ۽ مسلمانن کي ويجهو آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. مغربي نقادن جو خيال آهي تہ چشتي طريقي جي بزرگن جي اهڙين ڪوششن وسيلي اسلام کي برصغير ۾ تقويت حاصل ٿي. اڪبر چشتيہ طريقي جي بزرگن جو معتقد هو ۽ هڪ دفعي خواجہ معين الدين چشتي رحمت الله عليہ جي درگاهہ تي پيرين پيادو سفر ڪري دعا گهرڻ ويو هو.

پروفيسر ڪي.ايم.سين پنهنجي ڪتاب ۾ ڀڳتي تحريڪ جو احوال ڏيندي لکيو آهي تہ ”پوري برصغير ۾ سنڌ جي صورتحال منفرد هئي. سنڌ ۾ اسلامي تصوف ڀڳتي تحريڪ تي غلبو حاصل

ڪيو هو.“ انهي پس منظر ۾ سنڌي ڪلچر جو روح روان، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي شهيد عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي لفظن ۾ قرآن ڪريم جو شارح نظر اچي ٿو:

**آهي عبداللطيف تي رضامندو رحمان،**
**جوڙي جنهن قرآن، سنڌيءَ ۾ صحي ڪيو.**

اڪبر رڳو مذهبي دائري ۾ هندو مسلم اتحاد لاءِ ڪوشش ڪانہ ڪئي، پر ڪلچر جي ظاهري نمود ۽ نمائش يعني فنون لطيفہ ۾ بہ ساڳي پاليسي ورتي.

اڪبر جو درباري شاعر فيضي هو جنهن هندي ترجمن ڏانهن توجهہ ڏنو. اڪبر هندستان جي مقامي ٻولين کي همٿايو. نتيجي طور هندن پارسيءَ ۾ ۽ مسلمانن هنديءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو. اُن جو هندن ۾ خاص مثال ”برهمڻ“ هو ۽ مسلمانن ۾ مرزا عبدالرحيم خان خانان.

اڪبر نقاشي جي بہ سرپرستي ڪئي. اُن ۾ بہ هندن مسلمانن سان گڏ ڀرو ورتو اُن ڪري نقاشي جي فن ۾ ايراني اثرات سان گڏ مقامي اثرات بہ شامل ٿيا.

اڪبر موسيقيءَ کي زور وٺايو. هندستان جو مشهور موسيقار تان سين سندس نورتنن ۾ شامل هو. پر اڪبر جي آخري ڏينهن ۾ ٿي انتهاپسند موحد مسلمانن جي تحريڪ زور ورتو هو ۽ خود اڪبر پنهنجن پوين ڏينهن ۾ روحاني اتحاد جي ڪوشش ڪان پاڻ بہ ڪناره ڪش ٿي ويو هو. خاص ڪري ابو الفضل جي قتل کان پوءِ تہ هن مذهبي سرگرمين ۾ دلچسپي گهٽائي ڇڏي هئي. ابوالفضل سان سندس ڏادي دل هئي. جڏهن کيس خبر پيئي تہ سندس ولي عهد شهزادي سليم ابو الفضل کي قتل ڪرائي ڇڏيو آهي، تڏهن اڪين ۾

پاڙي اچي ويس. ڏکويل دل سان چيائين: ”جيڪڏهن سليم کي شاهي تاج پائڻ جو ايڏو ئي شوق هو تہ غريب ابوالفضل بدران مون کي ڪٺي مارائي ها.“

اڪبر جي هندستان جي روحاني وحدت ۾ ناڪامي ۾ سندس وفات، برصغير جي جغرافيائي وحدت ۽ ڪلچر جي ارتقا تي ڏوررس اثر وڌا.

جهانگير جي ڏينهن ۾ حضرت مجدد الف ثانيءَ جي قيادت هيٺ، مسلمانن جي جيڪا تحريڪ اُيري، ان بادشاه کان ڪيتريون رعايتون ورتيون ۽ اسلامي روايتون بحال ڪرايون. پر هو اُنهن رعايتن ملڻ تي قانع ٿي ڪونہ ويٺا. سندن تحريڪ وڌندي ويئي ۽ اڳتي هلي اورنگزيب عالمگير پيدا ڪيائين، جو مذهب جي معاملي ۾ سخت هو. سندس وڏو ڀاءُ دارا قادري طريقي جو صوفي هو. هندو ويدانت ۽ اسلامي تصوف ۾ وحدت الوجود جو اڀياس ڪيو هئائين ۽ پنهنجي تصنيف ”مجمع البحرين“ (سمنڊن جو ميلاپ) ۾ هندن ۽ مسلمانن جي اتحاد جو خواب ڏسي رهيو هو. سيوهڻ جي بزرگ ميان مير جو معتقد هو جنهن جو مقبرو لاهور ۾ آهي.

حضرت مجدد الف ثانيءَ جي شهرت رڳو برصغير تائين محدود ڪانہ رهي، پر اولهہ ۾ ترڪيءَ تائين ۽ اوڀر ۾ انڊونيشيا تائين پکڙجي ويئي ۽ اسلامي تصوف ۾ ”وحدت الشهود“ جي نظريي زور ورتو.

ڪلچر جي سادن ۽ سليس اکرن ۾ معنيٰ آهي ”زندگي گذارڻ جو طريقو“. ڪلچر جي تشڪيل ۾ ٻہ عوامل اهم رول ادا ڪن ٿا، هڪ مذهب ۽ ٻيو ٻولي. سنڌ برصغير جو حصو هئي، ان ڪري هندن ۽

مسلمانن جون جيڪي بہ مذهبي ۽ ثقافتي تحريڪون اُڀريون، انهن جو سنڌ تي اثر پيو ۽ سنڌي ڪلچر جي ارتقا انهن کان متاثر ٿي.

قيام پاڪستان تائين، سنڌ ۾ مسلم ڪلچر منفرد شڪل ۽ صورت اختيار ڪري چڪو هو. ثقافتي سرگرمين، ريتن رسمن، هنرن ۽ ڪاريگرين ۽ رهڻي ڪهڻي ۾ عام ماڻهن جي ليول تائين، سنڌ جي مسلم ڪلچر جا خدوخال سنڌ جي هندو ڪلچر کان ڪيتريقدر مختلف ٿي ويا هئا. اُن بابت انشاءَ الله مان ايندڙ مضمون ۾ ڪي بنيادي حقيقتون عرض ڪندس.

[2_ آڪٽوبر 1981ع]



موجيم که آسودگیٔ ما عدم ماست

مازنده ازانیم که آرام نه گیریم

مون گذريل مضمون ۾ عرض ڪيو هو تہ "تصوف" سنڌي ڪلچر جو روح آهي. عام طرح ائين سمجهيو ويندو آهي تہ صوفي هڪ "بي عمل" انسان آهي، پرحقيقت اُن جي برعڪس آهي. صوفي وڏي ۾ وڏو بهادر ۽ باغي آهي. هو هر قسم جي رياءَ، مڪر، منافقي ۽ ظاهر پرستيءَ جي خلاف آهي ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ ظلم ۽ استبداد سان ناهہ ڪري نٿو سگهي.

صوفي اُهو اهل دل انسان آهي، جنهن جو من، درياءَ جي ڪُن وانگر ڪڏهن بہ قرار ۾ نہ آهي. معاشري جي ناانصافي ۽ غير برابريءَ هن جي اندر ۾ لوڇ پوچ پيدا ڪري ٿي. سندس روح سدائين اضطراب ۾ آهي. سچل اُن ڪيفيت کي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

"سيني ۾ سنگرام، سچو سنياسين کي"

سنڌ جي صوفين ڪنهن بہ ڏاڍ ۽ ڏمر اڳيان سر نہ جهڪايو آهي. هر دور ۾ هر قسم جي ظلم ۽ دٻاءَ جو مردانہ وار مقابلو ڪيو آهي. هنن پيغمبر جي سُنت پوري ڪئي آهي. ظلم خلاف جهاد ڪيو آهي. مخدوم بلاول، لشڪر جو مهندار ٿي، حق ۽ انصاف جي راهہ ۾ لڙيو هن

ڪڏهن بہ آڻ نہ مڃي. آخر شهادت جو جام پيتائين.

شاهہ عنايت شهيد هيڻن ۽ مسڪينن جي حمايت ڪئي. سندن اڳواڻي ڪئي، جهاد ڪيائين ۽ شهادت جو جام پيتائين.

ڀٽائي نور محمد ڪلهوڙي جي اڳيان ڪنڌ ڪو نہ نمايو. واريءَ جي دڙن تي ڪکاوان جهوپڙا اڏيائين. پر ڪنهن بہ طمع ۾ ڪو نہ آيو. پنهنجن همعصر ۽ پوئلڳ شاعرن ۽ فنڪارن کي بہ چتاءُ ڏنائين:

طمع جي تنوار متان ڪرين مڱڻا،
ڏکي ڪنڌ ڏار، مٺيا ڏيئي مُٺ ۾.

راسخ العقيده مسلمان (ORTHODOX) مذهبي عالم لفظن جي معنيٰ تي مستحڪم بيهي ٿو پر صوفي ساڳي عبارت بين السطور پڙهي ٿو ڇوتہ سندس عقيدو آهي:

اکران دي وچ جو ٿي اڙيا،
عشق دي چاڙهي مُور نہ چڙهيا.

سنڌ جي صوفيءَ کي زماني جي ستايل، چيپاٽيل، اُجاڙيل، ابوجهن، هيڻن، مسڪينن سان عشق آهي. هو سندن ثناخوان ۽ دعاگو آهي:

گند جنين جي گوڏ ۾ پاپوڙا پوشاڪ
اُنهين جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو

کهہ سميون، ٻن سومريون، جي اچن اوچي ڳاٽ
ورسي ڪينجهر ڄائيون جن تماچيءَ جي تات

انساني ڪلچر جو بنياد سهپ Tolerance جي اصول تي ٻڌل آهي. جنهن معاشري مان سهپ جو مادو ختم ٿي وڃي ٿو اهو معاشرو

غير مهذب ۽ منفي قوتن، خانہ جنگي ۽ افراتفريءَ جو شڪار ٿي وڃي ٿو. سهپ تيسين ممڪن نہ آهي، جيسين ماڻهوءَ ۾ قرباني جو مادو ڪونهي. قرباني اُهو ڪري سگهندو جيڪو رواداريءَ جو قائل هوندو. رواداري جنهن چشمي مان سيراب ٿئي ٿي، اُن جو نالو آهي: "محبت". اهو ئي سبب آهي جو تصوف جو پيغام "محبت جو پيغام" آهي ۽ سنڌ جي صوفيءَ "عشق سارو اسلام" جو نعرو هنيو آهي. نفرت جو لفظ صوفيءَ جي لغت ۾ متروڪ آهي.

صوفي پيغمبرن جي واٽ جو پانڌيئڙو آهي. "پنهنجي دشمن کي پيار ڪر" (Love the Enemy) حضرت عيسيٰ جو مشهور مقولو آهي.

رواداري رسول خدا جي تعليم آهي. سيرت جي طالب العلمن کي معلوم آهي تہ حضور پيغمبر مڪي ۾ جڏهن نبوت جي دعوا ڪئي تہ مڪي جا رهاڪو سندن مخالف ٿي ويا. پراوا تہ ٺهيو پر پنهنجي ڪڙم قبيلي وارا، خود پنهنجا مٽ مائٽ بہ جان جا دشمن ٿي ويا. عام مسلمانن کي هر قسم جا عذاب، ايذاءَ ۽ طرح طرح جون تڪليفون ڏنائون ۽ آخر ۾ پيغمبر جي قتل جا منصوبا سٽڻ لڳا.

مسلمانن مجبور ٿي پنهنجو اباڻو شهر ڇڏي مديني ۾ وڃي پناهہ ورتي. بعد ۾ پيغمبر پنهنجو شهر ڇڏيو. پر اُن کان پوءِ بہ مڪي جي رهاڪن سندن پيڇو ڪانہ ڇڏيو. مديني تي حملا ڪيائون ۽ جنگيون ڪيائون. مٿئين تلخ ۽ تڪليف ده پس منظر ۾ مسلمانن مڪو فتح ڪيو. غالباً، مڪي جي مسلمانن ۾ ڪو بہ اهڙو فرد ڪو نہ هو جنهن جي دل ۾ انتقام جي باهہ جا پڙڪا ڪو نہ هئا. "تن همہ داغ داغ شد" وارو معاملو هو. خود پيغمبر جي جسم ۽ روح کي رنجائڻ ۾

مڪي جي رهاڪن ڪابہ ڪسر ڪانہ ڇڏي هئي. پر جڏهن مسلمان فاتح ٿي مڪي ۾ داخل ٿيا. تڏهن هر هڪ ظلم ۽ ڏاڍائيءَ جو حق حساب انصاف سان وٺڻ بدران پياري پيغمبر ڪعبي جي دروازي تي بيهي مڪي جي رهاڪن کان پڇيو:

"اڄ مان اوهان سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ وارو آهيان؟"

مڪي جا سردار، قبيلن جا امير، قريشين جا اڳواڻ، سندن سامهون دم بخود هئا. سيني جون نگاهون سندن ڇهري ۾ هيون، جنهن ڪي هُنن پٽر هٽي، ڪيئي بار رت سان ڳاڙهو ڪيو هو. هر ڪنهن کي پنهنجو موت اکين جي اڳيان هو- غالباً ڪين عام ڪوس جو تصور هو. ڪنهن ڏبيل زبان سان ايترو چيو: "تون شريف پاءُ آهين."

پياري پيغمبر انسانن جي اُداس چهرن تي نگاهہ وڌي ۽ فرمايو:

"اوهان تي ڪنهن بہ ڏوهہ جي جزا سزا ڪانهي. وڃو اوهان سڀ آزاد آهيو."

اسلام جي تعليم ۾ رواداريءَ جو رڳو هيءُ هڪ وڏو مثال ڪونهي. حجة الوداع جي موقعي تائين، مسلمانن چؤطرف تقريباً مڙني مخالف قبيلن کي مطيع ڪري ڇڏيو هو پر پيغمبر حجة الوداع جي موقعي تي انسانن جي سمنڊ کي خطاب ڪندي قبيلن تي ڪي بہ ڏنڊ ۽ ڏوهہ ڪونہ وڌا.

فرمايائون: "جهالت جي زماني جا خون بہ اوهان کي معاف آهن. سڀ کان اول مان پاڻ پنهنجي عزيز ابن ربيع بن الحارث بن عبدالمطلب جو خون معاف ڪريان ٿو".

مسلمان صوفي جڏهن رواداريءَ ۽ محبت کي پنهنجي تعليم جو وسيلو بنائي ٿو تڏهن هو پيغمبر جي سنت جي پيروي ڪري ٿو.

ڪيس معلوم آهي تہ انساني لاڳاپي ۾ بہ عوامل وڏ ۾ وڏ رول ادا ڪن ٿا. هڪ محبت ٻيو نفرت. نفرت شدت ۽ ضد پيدا ڪري ٿي، محبت سک ۽ سانت آڻي ٿي. نفرت تشدد جي وسيلي جسمن کي قيد ڪري ٿي، پر محبت نرميءَ سان دليون فتح ڪري ٿي. نفرت تخريب آڻي ٿي، محبت پائدار تعمير ڪري ٿي. بقول حافظ

خلل پذير بود هر بِنا کہ مي بيني،
بجز بِناي محبت کہ خالي از خلل است.

(جيڪا بہ اڏاوت ڏسين ٿو ان ۾ خلل پوي ٿو سواءِ محبت جي اڏاوت جي، ڇو تہ محبت خلل کان خالي آهي.)

برصغير جي تاريخ جي مؤرخن جو رايو آهي تہ اڪبر بادشاهہ "هندو۔ مسلم سوال" کي محبت سان سلجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن هٺيلن راجپوتن کي جنگ جي ميدان تي ماري ميڄائڻ کان پوءِ سندن مٿي تي پيار جو هٿ بہ گهمايو. انهيءَ پاليسيءَ برصغير ۾ مسلمانن جي حڪومت کي مضبوط ڪيو.

اورنگزيب عالمگير پيار بدران اختلاف جي واٽ ورتي. هن نہ فقط غير مسلمانن سان اُڇايو پر گولڪنڊي ۽ بيجاپور جي مسلمان بادشاهتن سان بہ پنهنجن اختلافن جي ڪري جنگيون جوٽيون. نتيجي طور برصغير ۾ مسلم سلطنت جو زوال آيو. شاهہ ولي الله اهو دردناڪ منظر اکين سان ڏٺو. هن مرهٽن جي وڌندڙ طاقت کي ڏڪ هڻڻ لاءِ احمد شاهہ ابداليءَ کي برصغير تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ چيو جنهن ائين ڪيو پر ان وقت تائين انگريزي محاوري موجب "پُل جي هيٺان گهڻو پاڻي وهي چڪو هو."

قومون جڏهن غلطيون ڪنديون آهن، تڏهن اُنهن جي سزا بہ

صدين جون صديون پوڳينديون آهن. انسانن ۾ هر هنڌ ۽ هر دور ۾ اختلاف ٿين ٿا. ڏاها انسان اُنهن اختلافن کي محبت جي شيرينيءَ سان مٽائين ٿا ۽ اهو ئي صوفين جو مسلڪ رهيو آهي. برصغير ۾، جتي بادشاهہ ناڪام ٿيا آهن، اُتي صوفين جي محبت جي وسيلي ماڻهن مذهب مٽايو آهي، بيشمار غير مسلم مسلمان ٿيا آهن.

سنڌ اُنهن مڙني ۾ اڳتي آهي، پر برصغير جي ٻين حصن، لاهور ۾ داتا گنج بخش، اجمير ۾ خواجہ معين الدين چشتي، دهليءَ ۾ خواجہ نظام الدين اولياءَ، ملتان ۾ غوث بهاؤالحق ذڪريا ۽ سنڌ ۾ قلندر لعل شهباز اسلامي تعليم کي ڦهلائڻ ۾ جيڪي ڪاميابيون حاصل ڪيون تن کان ڪير انڪار ڪري سگهي ٿو.

برصغير ۾ پهريون پهريون وارد ٿيڻ وارو صوفي بزرگ غالباً سيد علي بن عثمان هجويري آهي، جنهن جي مزار مبارڪ لاهور ۾ آهي. عام طرح ”داتا گنج بخش“ جي لقب سان مشهور آهي. سندس ولادت غزنيءَ ۾ ٿي هئي. عالمن داتا گنج بخش جو سن پيدائش چار سئو هڪ هجري مقرر ڪيو آهي. داتا گنج بخش جو زمانو محمود غزنويءَ جو زمانو هو. داتا گنج بخش برصغير ۾ اسلامي تعليم ڦهلائڻ ۾ اهم رول ادا ڪيو آهي. سندس تصنيف ”ڪشف المحجوب“ کي تصوف جي لٽريچر ۾ وڏو درجو حاصل آهي.

داتا گنج بخش گهڻو سير ۽ سفر ڪيو هو ۽ بيشمار عالمن ۽ صوفين کان تعليم حاصل ڪئي هئائين. سندن صوفيانہ تعليم جو سلسلو هاڪاري مسلمان صوفيءَ جنيد بغداديءَ سان ملي ٿو. حضرت جنيد بغداديءَ جو شمار تصوف جي وحدت الوجودي مڪتبہ فڪر جي ناميارن مشاهيرن ۾ ٿئي ٿو.

انهيءَ مسلڪ جو پيو مشهور صوفي بزرگ حسين بن منصور حلاج ٿي گذريو آهي. عام طرح ڪيس "منصور"ڪوٺيو ويندو آهي. منصور ظاهرداريءَ جي سخت برخلاف هو بلڪ مذهب جي ٻاهرئين مظهر جي اهميت گهٽ ڪرڻ واري رجحان جي علامت بڻجي چڪو هو. راسخ الاعتقاد مذهبي عالمن ان ڳالهه جي جواب ۾ منصور کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو. ان دردناڪ واقعي اسلامي فڪر تي ديرپا اثر ڇڏيا.

روايت آهي ته منصور پنهنجي هاڪاري پيشرو صوفي بزرگ فريدالدين عطار وانگر سنڌ ۾ به آيو هو. سنڌي صوفي شاعرن منصور کي سڪ سان ڳايو آهي.

هم منصور هزار

ڳهي ڪهندين ڪيترا

منصور هاڪاري صوفيءَ بايزيد بسطاميءَ کان متاثر ٿيو هو. بايزيد وحدت الوجود جي فلسفي جو وڏو شارح هو. سندس استاد سنڌي هو جنهن جو نالو هو ابو علي سنڌي. مولانا جاميءَ "نفحات الانس" ۾ لکيو آهي ته بايزيد چوندو هو: "مون ابو علي سنڌيءَ کي ڪلمو سيکاريو. هن مون کي وحدانيت ۽ ويدانيت جو فلسفو سيکاريو."

ان ريت، ڳالهه موٽي وري سنڌ تي اچي ٿي ۽ معلوم ٿئي ٿو ته اسلامي تصوف جي اولين مشاهيرن سنڌ مان فيض ورتو آهي. پر سنڌ جي علمي روايت ڪيتريقدر آڳاٽي ۽ قديم آهي، ان سلسلي ۾ سنڌي ڪلچر ۾ دلچسپي رکندڙ صاحبن جو توجهه، مان پنجاب ۾ اردو ٻوليءَ ۾ تازو شايع ٿيل هڪ ڪتاب ڏانهن ڇڪائڻ گهران ٿو جنهن جو نالو آهي "برصغير میں مسلم فکر کا ارتقا."

اسان جي مسلمان عالمن جو عام رايو ۽ موقف آهي ته اسلام

انساني زندگيءَ جي مڪمل طرح رهنمائي ڪري ٿو. عالمن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ قرآن پاڪ ۾ بنيادي ۽ مکيہ اصول بيان ٿيل آهن، ان ڪري انساني زندگيءَ جي گوناگون معاملن ۾ مسلمان عالم قرآن پاڪ سان گڏوگڏ حديث مان استفادو ڪندا رهن ٿا.

مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب جي مصنف قاضي جاويد ٻڌايو آهي تہ "تاريخ ۽ ترجمي جي ڪتابن ۾ حديث جي جن اوائلي عالمن جو اسان کي ذڪر ملي ٿو اُهي سنڌي آهن. هن ان سلسلي ۾ ڪي نالا بہ ڏنا آهن. جيئن تہ

1ـ ابوجعفر محمد بن ابراهيم ديبلي

2ـ ابراهيم بن محمد بن ابراهيم- ديبلي

3ـ ابوالقاسم شعيب بن محمد احمد شعيب بن سوارين قطعان- ديبلي.

4ـ ابوالعباس احمد بن عبدالله بن سعيد- ديبلي

5ـ ابوالعباس احمد بن محمد. منصوره جو قاضي.

6ـ ابوالعباس احمد بن محمد بن صالح - منصوره.

7ـ ابو محمد عبدالله بن جعفر منصوره.

8ـ ابو نصر الفتح بن عبدالله بن عبدالله السنڌي.

مٿين عالمن مان پهرئين بزرگ رسول الله صلي الله عليہ آلهٖ وسلم جي خطن جو مجموعو مرتب ڪيو هو. جيو وڃي ٿو تہ "مڪاتيبِ النبي" جي موضوع تي اهو دنيا ۾ پهريون پهريون ڪتاب آهي ۽ اُن جو هڪ قلمي نسخو دمشق جي ڪتبخانہ "ظاهريہ" ۾ رکيل آهي.

"*برصغير ميں مسلم فكر كا ارتقا*" جي فاضل مصنف قاضي جاويد، جيڪو پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ فلاسافي ڊپارٽمينٽ ۾ استاد آهي،

واضح اڪرن ۾ مٿين سنڌي عالمن لاءِ چيو آهي تہ: "برصغير ۾ مسلم فڪر جو بنياد وجهڻ وارا اِهي ٽي ماڻهوهئا".

هن پس منظر ۾ ڏٺو ويندو تہ سنڌ ايامن کان وٺي هر دور ۾ وڏا وڏا انسان پيدا ڪندي رهي آهي. ان ڪري ڪو بہ سبب ڪونهي، جو سنڌ جي ڪُک هن دور ۾ خالي رهي.

البت، ائين آهي تہ سنڌ هن وقت تائين جيڪي بہ مشاهير پيدا ڪيا آهن، تن ۾ ڀٽائيءَ جي ليول جو دانشور ۽ شاعر ٻيو ڪو نہ ٿيو آهي. هو بي مثال آهي ۽ ائين چوڻ ۾ ڪو بہ وڌاءُ ڪونهي تہ ڀٽائي سنڌ جي ڪلچر جو نمائندو ۽ نشان آهي. سنڌ جو مٿس سلام آهي.

ڪجهہ سال اڳ ڊاڪٽر سورلي لنڊن مان هڪ ڪتاب شايع ڪيو هو جنهن جو نالو هو "Musa Pervagans". ڪتاب ۾ دنيا جي تيرنهن عظيم شاعرن جو ڪلام ڏنل آهي، جن ۾ ابن زيدون (عربي)، حافظ (فارسي)، غالب ۽ اقبال (اردو) ۽ يورپ جا ڪي ٻرک شاعر شامل آهن. اُنهن سيني کان قديم شاعر ۽ سيني کان پوئين شاعرجي وچ ۾ اڍائي هزار ورهين جو عرصو آهي. ان طرح سان اهو ڪتاب اڍائي هزار ورهين جي عالمي غنائيہ شاعريءَ جو انتخاب آهي.

ڊاڪٽر سورلي ڪتاب ۾ هڪ پاسي هر هڪ شاعر جو ڪلام سندس اصل ٻوليءَ ۾ ڏنو آهي ۽ سامهون واري صفحي تي انگريزي ترجمو. ڪتاب جي مقدمي ۾ لکيو اٿس تہ:

"ادب ۾ هر ڪنهن کي پنهنجو پنهنجو ذوق ۽ پنهنجي پنهنجي پسند ٿئي ٿي. منهنجي راءِ موجب دنيا جي هنن تيرنهن چونڊ شاعرن ۾ پهريون نمبر سنڌ جي شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو آهي، جنهن جي ڪلام ۾ دنيا جي

عظيم شاعريءَ جون سڀيئي خوبيون موجود آهن.“

علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي جرمن گھرواريءَ مدّر ايلسا قاضيءَ، شاهہ ڀٽائيءَ جي شان ۾ هڪ انگريزي نظم لکيو آهي، جنهن ۾ فرمايو اٿس: ”قدرت سيني قومن ڏانهن رهبر موڪليا. جڏهن سنڌ جو وارو آيو تڏهن قدرت ڀٽائيءَ جي چيچ جهلي.“

قارئين ڪرام کي ياد هوندو تہ مون مضمونن جي هن سلسلي ۾ پهرئين مضمون ۾ عرض ڪيو هو تہ سنڌ جي علمي روايت نهايت قديم ۽ نهايت شاندار آهي. مان پنهنجي ڄاڻ موجب ان جي ٿوري گھڻي نشاندهي ڪندس. زنده معاشرو ۽ سوسائٽي پنهنجي پيش رو بزرگن جي ڇڏيل علمي ۽ ثقافتي ورثي کي نہ فقط محفوظ رکندو آهي بلڪ اُن ۾ خاطر خواهہ اضافو ڪندو آهي. هنن مضمونن ۾ مون نهايت مختصر نموني ۾ ۽ بعضي تہ رڳو اشارتاً، اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌ جي ڪلچر جي ”علمي روايت“ ڪيتري قدر قديم ۽ شاهوڪار آهي. ان سلسلي ۾ مون مستند ۽ تاريخي ڪتابن جا حوالا ۽ اقتباس پيش ڪيا آهن.

”ڪلچر“ هڪ اهڙو وسيع معنيٰ وارو موضوع آهي، جنهن جا گوناگون پهلو آهن، مون فقط هڪ پهلوءَ جي ٿوري گھڻي نشاندهي ڪئي آهي. سنڌ جي روحاني ۽ مادي ڪلچر جا خدوخال نمايان ڪري ڏيکارڻ لاءِ، سنڌ جا قديم آثار، سنڌ جو فنِ تعمير، سنڌ جي موسيقي، نقاشي، خطاطي، ٻوليءَ جي تاريخ، سنڌي پهاڪن، لوڪ گيتن ۽ لوڪ ڪهاڻين، سنڌي ادب، سنڌي تعليمي ۽ مذهبي ادارن، صوفين ۽ عارفن جي درگاهن، سنڌي هنرن، ڳوٺن ۽ ٻهراڙين جي وندرن، ميلن ملاکڙن، راندين، شاديءَ غميءَ جي رسمن رواجن، ٿر، ڪوهستان

منچر ۽ درياءَ جي ڪچي ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگيءَ جي خصوصي ڳالهين تي لکڻ جي ضرورت آهي. اهو هڪ اهڙو وسيع موضوع آهي، جنهن تي هن قسم جي مختصر مضمونن بدران اطمينان سان تحقيق ڪرڻ ۽ متعدد ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي.

بهرحال، "جيسين رتو راس تئي تيسين پڳي سان ئي پير"، جي مصداق، انشاءَ الله مان قارئين ڪرام جي خدمت ۾ حاضري ڀريندو رهندس.

[3_ آڪٽوبر 1981ع]



## درياءَ جا ڪنارا

درياءَ جا ڪنارا پاڻ ۾ ڪڏهن ڪونہ ملندا آهن، پر جتي ملندا آهن، اُتي درياءُ ختم ٿي ويندو آهي. برصغير ”مجمع البحرين“ بنجي ڪونہ سگهيو.

قيام پاڪستان تائين هند وانگر سنڌ ۾ بہ هندو ڪلچر ۽ مسلم ڪلچر (زندگي گذارڻ جو طور طريقو Way of Life) الڳ الڳ منفرد شڪل صورت اختيار ڪئي هئي ۽ بنهي جا خدوخال نمايان ۽ نروار ٿي هڪ ٻئي کان ايترو تہ مختلف ٿي ويا هئا، جو نہ فقط هندن ۽ مسلمانن جي اجتماعي زندگي بلڪ انفرادي زندگي بہ اُنهن کان متاثر ٿي چڪي هئي. ان سلسلي ۾، مان فقط اُهي حقيقتون قارئين ڪرام جي اڳيان عرض رکڻ گهران ٿو، جن جو مون پنهنجن اکين سان مشاهدو ڪيو.

قيامِ پاڪستان وقت منهنجي ڄمار تيرهن چوڏهن ورهيہ هئي. انهيءَ عمر واري ڪي نڪي تہ بي سمجهہ ٻار چئي سگهبو ۽ نہ وري باشعور نوجوان. زندگيءَ جي اُنهيءَ معصومانہ دور ۾ مون ڏٺو تہ سنڌ جا هندو ۽ سنڌ جا مسلمان ساڳئي تڙ جو پاڻي، ساڳين ٿانون ۾ پيئڻ لاءِ تيار ڪو نہ هئا. ريلوائي اسٽيشنن تي مسافرن لاءِ پاڻي پيئڻ جون ڪونيون نهيل هونديون هيون، پر ڪونين کي وچان ويري هوندي هئي

۽ ٻنهي حصن جا در الڳ الڳ هوندا هئا. ٻنهي حصن ۾ ساڳئي ڪوهہ يا نل جي پاڻيءَ سان مَٽ ڀريل هوندا هئا. پر هڪ دروازي تي لکيل هوندو هو "هندن لاءِ پاڻي" ۽ ٻئي تي "مسلمانن لاءِ پاڻي!" اجتماعي زندگيءَ جو منظر اِهو هو.

وري انفرادي زندگيءَ ۾ ساڳي حقيقت هن حد تائين ڪارفرما هئي تہ منهنجي والد مرحوم جو هڪ هندو دوست هوندو هو: گنومل. اسان ٻار ڪيس ادب مان ڪاڪو گنومل ڪوٺيندا هئاسين. هو ڪنهن اسڪول ۾ استاد هو. مهيني ماسي اسان وٽ اچي مهمان ٿيندو هو. ساڳيءَ ريت، بابا اسان کي وٽس وٺي ويندو هو. ڪاڪو گنومل اسان جي اوطاق ۾ اچي ٽڪندو هو جتي بابا جي ٻين مسلمان دوستن وانگر سندس خاطرداري ٿيندي هئي. البت، هڪ ڳالهہ هئي، سا هيءَ تہ اوطاق جي گلاس دانيءَ ۾ شيشي جا ٽي گلاس رکيل هوندا هئا، جن ۾ هڪ گلاس خاص ڪاڪي گني مل لاءِ هوندو هو. اُن ۾ ٻيو ڪو بہ پاڻي ڪونہ پيئندو هو. هڪ دفعي مان، اُڃ ۾، ٽڪڙو ٽڪڙو اُن گلاس ۾ پاڻي پي ويٺس. پوءِ تہ منهنجن ڀائرن ۽ سئوٽن اچي ورايو تہ جوٺي گلاس ۾ پاڻي پيٺو اٿيئي. اهو واقعو اڃا منهنجيءَ دل تي نقش آهي. پر ان کان بہ ٻہ چار سال اڳ جو هڪ ٻيو واقعو ياد اٿم. تڏهن منهنجي عمر غالباً نو يا ڏهہ سال هئي.

اسان جي ڳوٺ کان ٻن ٽن ميلن جي پنڌ تي خانواهڻ جو ننڍو شهر آهي. عيد جا ڏينهن هئا. اسان خانواهڻ مان عيد جا ڪپڙا وٺڻ وياسين. نوان ڪپڙا ۽ بوٽ بہ ورتاسين. پر مون کي ٽوپي ڪا نہ ملي. دڪان واري ٻڌايو تہ عيد جي ڪري سڀ ترڪي ٽوپيون وڪامي ويون آهن. اُنهن ڏينهن ۾ جناح ۽ لياقت ڪيپ جو رواج ڪو نہ پيو هو.

دڪاندار ڪاري بخمل مان نهيل ۽ اندران ٿاٽ لڳل، هڪ گول گول
ٽوپي مون کي ڏني. اهڙي ٽوپي مون پاڻ جيڏن هندو ڇوڪرن کي مٿي
تي ڏٺي هئي، ان ڪري وٺڻ مهل گهٻرائجي رهيو هوس. پر لاچار کي
ڪهڙو آچار. مان اُها ٽوپي پائي، سائيڪل تي دڳ ڏئي پئي آيس ته
هڪ هندو ڇوڪرو سامهون آيو ۽ مون کي ڏسي چيائين "رامي رام".
منهنجو وڏو ڀاءُ ۽ سئوٽ، جي به سائيڪل تي سوار هئا، سي اهي اکر
ٻڌي اچي ٽهڪن ۾ پيا. مان شرم ۾ ڳاڙهو ٿي ويس. گهر اچي ٽوپي
لاهي ڇڏيم ۽ وري نه پاتم.

اسڪول ۾ هندو ڇوڪرا پاجاما پائي ايندا هئا ۽ مسلمان
ڇوڪرا سلوارون. شهرجي بازارين ۾ توڙي ڀراڙيءَ ۾ هندن کي اڪثر
ڌوتيون ٻڌل هونديون هيون ۽ مسلمانن کي گوڏ يا سلوار.

منهنجا هم ڪلاس هندو ڇوڪرا مون کي ڪڏهن ڪڏهن
گهر وٺي ويندا هئا ۽ مان به ڪڏهن ڪڏهن کين ڳوٺ دعوت ڏيندو
هوس. پر هُنن جي گهرن ۾ ڪاڏي جا ٿانو به اسان مختلف الڳ هوندا
هئا، پتل جا ڪٽورا ۽ ٿالهيون. اسان جي گهرن ۾ وٽا ۽ تسريون
هونديون هيون.

اسان ٻار اِهي ٿانو کڻي گوشت وٺڻ ويندا هئاسين. قاصائيءَ
کي چوندا هئاسين ته "اڌ سير گوشت ڏي". هندو ٻار چوندا هئا، "اڌ سير
تيوڻ ڏي"

هندو ڇوڪريون به اسان سان گڏ پڙهنديون هيون. کين
ڍگهيون قميصون ۽ ريشمي پاجاما پاتل هوندا هئا. ٻئي پاسي اسان
پنهنجن گهرن ۾ زالن توڙي ڇوڪرين کي سوسيءَ جون پٽاپٽي
سلوارون ڏسندا هئاسين يا ڇيٽ جون. مون ڪڏهن به ڪنهن هندو

ڇوڪريءَ کي سوسيءَ جي سلوار ۾ ڪونہ ڏٺو هو. ٻيو تہ ٺهيو پر مسلمان ڇوڪرين جي چولن تي، ڳچين وٽ، جيڪو پَرت پريل هوندو هو اُهو بہ هندو ڇوڪرين جي قميصن تي ڪونہ هوندو هو.

اسان جو اسڪول جنهن شهر ۾ هو اُن ۾ جڏهن بہ ڪو تڪرار ٿيندو هو تڏهن فيصلي لاءِ وڏن جا ميڙ ٿيندا هئا. مسلمانن جي چڱي مڙس کي "وڏيرو" ۽ هندن جي چڱي مڙس کي "مُکي" ڪوٺيندا هئا.

ٻوليءَ ۾ لباس ۾ کاڌي پيتي جي ٿانون ۾ اُٿيءَ ويٺيءَ ۾ هڪ ٻئي کي سلام دعا ڏيڻ وٺڻ ۾ هر هنڌ، ڳوٺن ۽ شهرن ۾ اهو فرق ڇو هو اُهو اُن وقت سمجهہ ۾ تہ ڪونہ ٿي آيو پر صاف صاف ڏسڻ ۾ آيو ٿي. ان طرح ننڍڙيءَ عمر ۾ دل تي لاشعوري طور اثر ٿي ويٺو تہ اسان مسلمان هندن کان جدا آهيون.

زندگيءَ جي اُنهيءَ دور مان لنگهي جڏهن ٻئي دور ۾ داخل ٿيس تہ اختلاف جو احساس اڳي کان بہ وڌيڪ تيز لڳو. هندومسلم ڪلچر هڪ ٻئي کان ائين الڳ نظر اچڻ لڳا، جيئن درياءَ جا ٻہ الڳ الڳ ڪنارا.

پرائمري اسڪول ۾ هڪ مسلمان ڇوڪري شرارت ڪري اچي مون کي ڪن ۾ چيو تہ "قيمت نالي هندو ڇوڪري کان پڇ تہ توهان ڏڳي جو گوشت کائيندا آهيو؟" مون وڃي قيمت کان پڇيو. هُو منهنجي ڳالهہ ٻڌي شرم ۾ پاڻي پاڻي ٿي ويو. منهنجو پيءُ، جو اسان جي اسڪول جو هيڊ ماستر هو ۽ مون سمجهيو تہ نماز پڙهڻ ۾ مشغول هو. تنهن اِهو لقاءُ ڏسي ورتو. "اڙي قيمت! هن تو کي ڇا چيو؟" بابا مرحوم نماز جي مصلي تان هڪل ڪئي. قيمت غريب جيڪي ٻڌو هو سو ٻڌايائين.

منهنجي والد اُٿي وچي ميز تان رُول کنيو ۽ مون ڏي وڌيو. غصي ۾ چيائين: "توهان سوئر جو گوشت کائيندا آهيو؟" منهنجون ته ٽيئي منجهي ويون. مٿان رُول جو وسڪارو شروع ٿي ويو. مون کي ياد آهي ته سڄيءَ عمر ۾ منهنجي پيءُ ڪنهن به ڳالهه تان ناراض ٿي، مون کي ايترو ڪڏهن به ڪو نه ماريو هو.

پرائمري اسڪول مان نڪري انگريزي اسڪول يعني مڊل اسڪول ۾ آيس. هندن جو اسڪول هو. مسلمان ڇوڪرا ڪي ٿورا هئاسين. صبح جو "جئه جئه ڀارت ماتا" جي پرارٿنا ڳائيندا هئاسين.

اسان جو اسڪول جنهن شهر ۾ هو اُهو نڪي ريلوي لائين تي هو ۽ نه وري پڪي روڊ تي. ريڊيا اڃا عام ڪونه ٿيا هئا. پر ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا اڪر اخبارن وسيلي عام جام ڪنن تي پوندا هئا. ڪجهه ڏينهن بعد شهر ۾ نئون اسڪول کُليو. سڀ مسلمان شاگرد اُن ۾ هليا ويا. منهنجي والد مون کي ساڳئي اسڪول ۾ رکيو.

اوچتو هڪ ڏينهن صبح جو هندو شاگردن پرارٿنا جي هڪ سِٽ بدلائي ڳائي. اسان روز ڳائيندا هئاسين: "چاليس ڪروڙ هين جس ڪي رهواسي" اُن سٽ کي بدلائي هندو ڇوڪرن ڳائڻ شروع ڪيو: " تينتيس کروڑ ہیں جس کے رہواسی."

تڏهن ته مون کي ڪل ڪانه پئي. گهڻو زمانو پوءِ پتو پيو ته هنن ڀارن اِها سٽ بدلائي، گويا ست ڪروڙ مسلمانن کي ڀارت ماتا مان "ملڪ نيڪالي" تي ڏني.

ٻئي ڏينهن اسڪول جي هيڊ ماسٽر مسٽر پرچارام پرارٿنا کان اڳ سخت تقرير ڪئي. هن چيو: "جيسين هڪ مسلمان شاگرد به اسڪول ۾ هوندو، تيسين پرارٿنا ائين ئي ڳائبي، جيئن اڳي ڳائبي

هئي.“ اُن سان گڏ مسٽر پرچارام مون کي ڪلاس ۾ سمورن هندو شاگردن جي مٿان مانيٽر مقرر ڪيو.

مون مٿي ٻن سنڌي اُستادن جو ڪردار مثال طور پيش ڪيو آهي، هڪ منهنجو پيءُ هو ۽ ٻيو ڪلاس ٽيچر. پنهنجيءَ پر ۾ ٻيئي مذهبي هئا، پر تعصب کان پاڪ هئا. پر اهڙا مثال اٽي ۾ لوڻ وانگر هئا. حقيقت اها هئي تہ سنڌ ۾ عام هندو جو رستو عام مسلمانن کان نہ رڳو الڳ ٿي ويو هو. پر سکر جي مسجد منزل گاهہ وارن فسادن ۾ ٻنهي هڪ ٻئي جو گلو ڪاٽيو هو. مسجد منزل گاهہ جو واقعو بظاهر ڪنهن بہ فرد، گروپ يا جماعت جي شرارت يا ڪرامت جو نتيجو هجي پر اُن جي پس منظر ۾ هندو- مسلم ڪلچر جوٽڪراءُ ۽ هزار ورهين جو ردِ عمل اثر پذير هو. جيڪڏهن برصغير جي تقسيم ستت نہ ٿئي ها تہ غالباً اڳتي هلي ساريءَ سنڌ منزل گاهہ جي لپيٽ ۾ اچي وڃي ها. ڇو تہ پڳت ڪنور ۽ الله بخش سومري جا قتل سنڌ جي ڌرتيءَ جا پيانڪ سياسي زلزلا هئا.

ڏهاڪو سال اڳ، مون پنهنجي والد مرحوم کان هندو- مسلم ڪلچر جي اختلاف بابت سندس راءِ معلوم ڪئي. هُن سڄيءَ عمر اگر ڪو شوق ڪيو هو تہ فقط ڪتاب پڙهيا هئا يا وري غريب مسافرن کي ماني کارائي هئي. مون کي ٻڌايائين: جڏهن ”خلافت تحريڪ هلي، تڏهن منهنجي جواني هئي. اسان مٿن تان مشهدي لونگيون لاهي جوڙيءَ جا پٽڪا بہ ٻڌا، پر خلافت تحريڪ کان پوءِ جو هڪ ٻئي کان جدا ٿياسين تہ هندو مسلمان وري ڪو نہ گڏيا.“

خيرپور ۾ منهنجو هڪ دوست آهي مسٽرشوڪت جماڻي. پيٽرول جو ڪاروبار ڪندو آهي. راڻيپور ۾ سندس پيٽرول پمپ آهي.

ڪي سال اڳ مان ساڻس گڏ راڻيپور واري پيٽرول پمپ تي بيٺو هوس، تہ هڪ شخص جيپ ۾ پيٽرول وجهائڻ آيو. شوڪت تڪڙو تڪڙو وڃي ڪيس ادب سان مليو ۽ پوءِ مون کي سڏ ڪري ساڻس ملايائين. گمبٽ يا راڻيپور جو ڪو پير صاحب هو. تمام لائق انسان هو. ڪي گهڙيون مس اسان جي رهاڻ تي هونديون، پر سندس هڪ گفتو اڃا ياد اٿم. چيائين: "ادا، هر ڪو ماڻهو دنيا ۾ عينڪ پايون پيو گهمي. جنهن کي ساون شيشن واري عينڪ آهي، اُن کي سارو ملڪ سائو ئي نظر اچي ۽ جنهن کي نيري عينڪ آهي، اُن کي دنيا نيري ٿي نظر اچي."

ڪجهہ سال اڳ هندستان ۾ انگريزي زبان ۾ هڪ ڪتاب ڇپيو جنهن جو نالو هو: "سنڌي ڪلچر." ڪتاب جو مصنف پروفيسر اجواڻي آهي. مون بہ وڏي شوق سان ہين وانگر ڪتاب ورتو. پڙهي سخت مايوسي ٿي ۽ مون اُن مهل ئي پنهنجي هڪ دوست کي چيو: تہ هن ڪتاب جو نالو "سنڌي هندو ڪلچر" رکڻ کپندو هو. ڪتاب ۾ اسان جي ڪلچر جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ هاڻي سمجهان ٿو تہ منهنجي مايوسي اجائي هئي، مصنف سنڌي تہ هو، پر اُن سان گڏ هندو بہ هو. جيڪو ڪلچر هُن اکين سان ڏٺو هو سو اُن جو احوال ڪتاب ۾ لکيو هئائين. جيڪڏهن سندس باشعور ٿيڻ جي زماني تائين، سنڌ جو هندو ڪلچر، سنڌ جي مسلم ڪلچر کان بلڪل منفرد شڪل صورت اختيار ڪري چڪو هو، تہ اِن ڳالهہ ۾ هن غريب جو تہ ڪو ڏوهہ ڪو نہ هو.

مثال طور جيڪڏهن ساڏپيلي ۽ هالاڻيءَ جي صوفيءَ واري مندر ۾، پروفيسر اجواڻي سنڌ جي ڪاشيءَ جي سِرن جو حسن ڏٺو ئي ڪونہ، جيئن محترم پير حسام الدين راشديءَ نٿي جي

شاهجهاني مسجد ۾ ڏنو تہ ظاهر آهي تہ پروفيسر اجواڻي سنڌي ڪاشيءَ جي ڪمال جا قصيدا ڪو نہ ڳائيندو. نڪي وري مولانا قاسمي صاحب وانگر اِن ڳالهہ ۾ فخر محسوس ڪندو تہ برصغير ۾ قرآن ڪريم جو پهريون فارسي ترجمو سنڌ ۾ ٿيو. هند کي ڇڏيو سنڌ جو ئي مثال وٺو. راشدي صاحب جو ڪتاب "اُهي ڏينهن اُهي شينهن" پڙهي ڏسو. هر هنڌ منجهس سنڌي مسلم ڪلچر جون جهلڪيون نظر اينديون، پر هندو ڪلچر جون نالي ماتر نظر اينديون.

ڪلچر معنيٰ روايت (Tradition) ۽ روايت معنيٰ يادگيري (Memory). سنڌ جي مسلم ڪلچر جون روايتون سنڌ جي هندو ڪلچر کان الڳ آهن. سنڌ جي ڪلچر جي انهيءَ پس منظر ۾ ارتقا ٿي آهي.

اڄ سنڌ، جنهن روحاني ۽ مادي ڪلچر ( Spiritual and Material Culture) جي وارث آهي، اُهو پوري پاڪستان بلڪ پوريءَ انسانذات لاءِ شان ۽ شرف جو باعث آهي.

اُڻويهينءَ صديءَ سنڌ جي ڇٽيل هڪ روشن ضمير انسان، علامہ آءِ آءِ قاضيءَ، هڪ دفعي مون کي ٻڌايو تہ ابا، ولايت ۾ ڪو لارڊ هو جيڪو ڪروڙ پتي هو. جڏهن هي جهان ڇڏي رهيو هو تڏهن پٽ کي وصيت لاءِ گهرايائين. پٽس آيو ۽ چيائينس، "بابا مان حاضر آهيان، وصيت ڪريو." (پٽس سمجهيو تہ بابو ملڪيت متعلق سمجهاڻي ڏيندو.) لارڊ موت جي بستري تان پٽ ڏانهن آخري دفعو نهاريو ۽ پنهنجيءَ سڄيءَ عمر ۾ گڏ ڪيل ميراث هنن ٽن اکرن ۾ پٽ جي سپرد ڪئي: "Son! Learn Grace" ("پٽ ساڃهہ سکجانءِ".)

علامہ صاحب کان اهي سونا اکر ٻڌي، مون کي سنڌ جي تاريخ

جو هڪ واقعو ياد آيو. 1936ع ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ کان پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. سنڌ جي ڪن سيدن صاحبن پاڻ ۾ صلاح ڪري، هالن جي بزرگ مخدوم ميان غلام حيدر جي مقابلي ۾ پير بقادار شاهه کي اميدوار بيهاريو. مخدوم صاحب، پير صاحب جي وڏي ڀاءُ پير الله يار شاهه کي چئي پير بقادارشاهه صاحب کان هٿ کڻائي ڇڏيو. جڏهن سيدن صاحبن کي اِها خبر پيئي ته ويا پير الله يار شاهه وٽ. هُو بزرگ "سنڌي ڪلچر" جي زنده جاويد تصوير هو. تنهن ڳالهه ٻڌي، چيو ته "ميان، ميمبريون ايترو لهن ئي ڪونه، جيترو لحاظ لهي."

"سنڌي ڪلچر" کي انسانيت جي انهيءَ معراج تائين پهچائڻ وارو سنڌي "صوفي" هو.

ان سلسلي ۾ مون گذريل مضمون ۾ "هندو- مت" جي مصنف جو هڪ تاريخي حوالو ڏنو هو جنهن جا اصل انگريزي اکر هن مضمون ۾ ڏنا اٿم. انهن جي تشريح انشاءَ الله ورنڌڙ مضمون ۾ عرض رکندس.

[16 آگسٽ 1981ع]



## ڏس گُذران فقيران دا

مون گذريل مضمون ۾ قارئين ڪرام کي گوش گذار ڪيو هو ته "سنڌ جي مسلم ڪلچر جون روايتون سنڌ جي هندو ڪلچر کان الڳ آهن." ان سلسلي ۾ مثال طور فقط اُهي چند حقيقتون اشارتاً عرض ڪيون هئم، جن جو مشاهدو پاڪستان ٺهڻ جي زماني تائين مون پنهنجين اکين سان ڪيو هو. مثلاً: ٻوليءَ ۾ اکرن جو فرق، فن تعمير ۾ عمارتن جي اڏاوت ۽ سينگار جو فرق، پوشاڪ ۾ ڏيک ويک جو فرق وغيره. مون عرض ڪيو هو ته اهو تيرهن چوڏهن ورهين جي هڪ معصوم نينگر جو مشاهدو هو. ان ڪري مناسب ٿيندو ته هن مضمون ۾ برصغير جي قديم اتهاس ۽ تاريخ جي مڃيل ماهرن ۽ ڄاڻن جي راءِ پڻ پيش ڪريان ته جيئن پڙهندڙن کي پنهنجي راءِ قائم ڪرڻ ۾ سهوليت ٿئي.

"هندستان جي رهاڪن جي زندگي ۽ رهڻي ڪهڻي"بابت انگريزي زبان ۾ هڪ مستند ڪتاب جي مصنف ڪي. ايم. اشرف جو چوڻ آهي ته:

"ان ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ دليل دلائل جي ضرورت نه آهي، ته هندو سماج جو سرشتو دنيا جي سڀ کان طاقتور ۽ پائدار سرشتن منجهان هڪ آهي.

"اها هڪ عجيب اتفاق جي ڳالهه هئي، جو ٻهرين طاقت،

جنهن سان هندن جو دائمي لاڳاپو تيو. سا ڪانئن هر ڳالهہ ۾ ممڪن حد تائين مختلف هئي، يا هيئن چئجي تہ سندن سڄي سرشتي جي بلڪل برعڪس هئي.

"اسلام جي اثر پوڻ سان قديم هندو سرشتو تقريباً سڄو ئي تباهہ ٿي ويو. اڳوڻيون سياسي ۽ سماجي حدبنديون ڊهي ڍير ٿي ويون. ذات پات ۾ فرق ۽ ڦير اچي ويو. مذهبي لاڙن کي نئون رخ ۽ توانائي نصيب ٿي."

ڪوي رابيندر ناٿ ٽئگور جي ساٿي ۽ جڳ مشهور ڪتاب "هندو مت جي مصنف" پروفيسر ڪي. ايم. سين جو رايو آهي تہ:

"هندستان جو ڪلچر ڪيترن ئي نسلن ۽ قومن جي گڏيل حاصلات جو مظهر آهي. هندستان ۾ اسلام جي آمد، ڪيترن ئي زبردست رد عملن جا سلسلا وجود ۾ آندا. جيئن تہ اُنهن جو ماضيءَ کان علاوه حال سان پڻ گنڀير ناتو آهي، ان ڪري ڪيترن ئي هندن (عالمن) اسلام جي اثرات کي نظرانداز ڪيو آهي، پر هندستاني روايت جي ارتقا جي غير جانبدار مطالعي لاءِ هن عظيم مذهب اسلام جي مثبت اثرات جو جائزو وٺڻ لازمي آهي."

جڏهن بہ ڪلچر هڪ ٻئي جي ويجهو اچن ٿا، تڏهن اُهي ٻن فوجن وانگر هڪ ٻئي سان متصادم ڪو نہ ٿين ٿا، بلڪ هڪ ٻئي جي صفن ۾ آهستہ آهستہ سرايت (Assimilation) ڪن ٿا. (آرين ۽ اڻ آرين جي ڪلچر کي اُن ارتقائي عمل ۾ هڪ هزار سالن کان بہ وڌيڪ عرصو لڳو. اُن کان پوءِ بہ هڪ ٻئي کان منفرد بيٺا هئا).

هندو ڪلچر ۽ مسلم ڪلچر جي صورتحال تي تبصرو ڪندي، پروفيسر سين چيو آهي تہ اهو ناممڪن آهي تہ بہ ڪلچر

گڏوگڏ وجود ۾ رهڻ جي باوجود هڪ ٻئي کي متاثر نہ ڪن. چنانچہ ان ڳالهہ جي ثابتي نہ رڳو نقاشيءَ جا نوان مڪتبِ فڪر (مثلاً مغل ۽ راجپوت)، عمارت سازيءَ جو فن (مثلاً تاج محل) ۽ موسيقي (هندستان جي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي لاڙن تي اثرات) ڏين ٿا، پر مذهبي تحريڪن ۾ پڻ ملي ٿي. پروفيسر سين جو خيال آهي تہ ڀڳتي تحريڪ ۽ اسلامي تصوف ۾ گهڻيون ئي ڳالهيون هڪ جهڙيون هيون.

پروفيسر سين ان پس منظر ۾ چيو آهي تہ:

"ليڪن برصغير جي هڪ حصي- "سنڌ"- جو خاص طرح مطالعو ڪرڻ کپي، ڇاڪاڻ تہ اُتي اسلامي تصوف جو اثر ڀڳتي تحريڪ کان گهڻو وڌيڪ طاقتور هو."

نامور انگريز عالم رچرڊ برٽن پڻ سنڌ کي "صوفين جي سرزمين" ڪوٺيو آهي.

تاريخي نقطہ نگاهہ کان ڏٺو ويندو تہ معلوم ٿيندو تہ سنڌ ۾ اسلامي تصوف جي عروج لاءِ زمين سازگار بنائڻ ۾ ماضيءَ جي ڪن قوتن جو اثر پڻ شامل آهي، يا ائين چئجي تہ قدرت شروع کان ئي سنڌ تي مهربان هئي. موهن جي دڙي جي اوائلي تهذيب مان جيڪي نشان ۽ اُهڃاڻ مليا آهن، سي صاف ڏيکارين ٿا تہ اُن زماني ۾ بہ سنڌ جا رهاڪو لامذهب ڪونہ هئا. نہ رڳو ايترو پر"قديم هندستان جي تهذيب ۽ ڪلچر" جي هاڪاري مصنف ڊي ڊي ڪوسمبي جي تحقيق آهي تہ: "تشدد ۽ دٻاءُ نہ، پر مذهب سڏو سوسائٽيءَ جي نظرياتي طاقت هو."

غالباً ڪنهن بہ فڪر ۽ فلسفي سنڌي ذهن کي ايترو متاثر نہ ڪيو آهي جيترو مذهب. ڇو تہ مذهب زندگيءَ جي ابتدا ۽ انتها جي نازڪ ۽ گنڀير سوالن سان تعلق رکي ٿو. موت جي اڳيان مادي حقيقتن

جي حيثيت پنهنجي وقعت وڃائي ويهي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو مذهب نفسياتي ساخت ۾ اهم رول ادا ڪري ٿو.

سنڌونديءَ جي ڪنارن تي وسندڙ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهندڙ انسان تاريخ جي اوائلي دورن ۾ زندگيءَ جي معنيٰ ۽ مقصد ۽ موت جي اهميت بابت مفڪرن وانگر اونهو غور ۽ فڪر ڪندا هئا. گويا، فقيري سنڌ جي خمير ۾ سمايل آهي. مايا جو موهه سنڌ جي رهاڪن جي سر تي ايڏو سوار ڪو نه هوندو هو ڇو ته ٻنائيءَ جي اکرن ۾ هوا ِن ڳالهه کان آگاهه هئا:

**پسي ڳاڙها گل، متان ڪا ڇانگي ڪي چاريءِ**

ڇون ٿا ته جڏهن سڪندر بادشاهه سنڌ ۾ آيو تڏهن مَستن، نانگن، جوڳين ۽ سنياسين کي بي فڪر و گهمندي ڦرندي ڏسي پانيائين ته هي ڪي ڇريا ڪريا آهن. پر ڪنهن ٻڌايس ته اِهي "پهتل" انسان آهن. اهو ٻڌي سڪندر پنهنجي هڪ يوناني فيلسوف جو هڪ سنڌي جوڳيءَ سان مناظرو ڪرايو. جنهن جوڳيءَ جي ڏاهپ جي عظمت جو اعتراف ڪيو.

منهنجي دوست مسٽر ايم.ايڇ.پنهور ان باري ۾ مون کي هڪ لطيفو ٻڌايو. چيائين: "جوڳين جي هاڪ ٻڌي سڪندر سيوهڻ جي قلعي ۾ هڪ وڏي جوڳيءَ کي گهرايو ۽ کانئس ڪي سوال ڪيائين، جن جو هن اُبتو سبتو جواب ڏنس. اهو ٻڌي سڪندر کي چڙ لڳي ۽ چيائينس ته اهو ته بيوقوفن وارو جواب آهي. جوڳيءَ سڪندر بادشاهه جي منهن ۾ نهاري چيو: "بيوقوفيءَ جي سوال جو جواب به اهڙو ئي ملندو!"

سڪندر جي آمد کان اڳ ايراني فتوحات سبب سنڌ تي ايران جي تهذيب ۽ تمدن جو اثر پيو هو. ايران ۾ زرتشت جي مذهب

ڪي وڏي ڪاميابي حاصل ٿي هئي. پروفيسر فيليگز والبي جي تحقيق موجب گوتم ٻڌ جي تعليم ۽ زرتشت جي تعليم ۾ تمام گهڻي هڪ جهڙائي آهي، ٻنهي وٽ محبت ۽ امن جو پيغام آهي.

منهنجي خيال موجب سنڌ ۾ اسلامي تصوف جي عروج لاءِ فضا هموار ڪرڻ ۾ ٻُڌمت جي تعليم وڏو رول ادا ڪيو آهي.(مون گڏريل هڪ مضمون ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي متعلق برصغير جي مسلمان عالمن جي ڪيل تعريف بيان ڪئي آهي). گوتم ٻڌ جي تعليم پنهنجي امن ۽ پيار جي پيغام جيان سنڌ ۾ گهڻي مقبوليت حاصل ڪئي هئي ۽ عوام جي ذهن تي ديرپا اثر ڇڏيا.

جڏهن اسلام سنڌ جي سرحدن تائين پهتو ته سنڌ جا پرامن ٻڌ مذهب جا پرامن رهاڪو هندو برهمڻن جي خلق آزاريءَ کان تنگ ٿي چڪا هئا. پروفيسر گنڪو وسڪيءَ جي چوڻ موجب:

"سنڌ جي رهاڪن جي اڪثريت ٻڌ مذهب جي هئي، جيڪي هندو حاڪمن جا ستايل هئا. پر ڪين عرب فاتحن سان همدردي هئي ۽ بعضي ته سندن مدد به ڪندا هئا."

سنڌ ۾ اسلام جي تيزيءَ سان پکڙجڻ بابت پروفيسر گنڪووسڪيءَ پنهنجي ڪتاب "پيپلس آف پاڪستان" ۾ لکيو آهي:

"اسلام عربن جي ئي فتح سان گڏ هن علائقي ۾ ڦهليو. ٻڌ مذهب جا ماڻهو جيڪي هندو تشدد جا ستايل هئا، سي خاص طرح سان اسلام قبول ڪرڻ ۾ اڳتي وڌيا. ڏهين صدي عيسوي تائين سنڌ گهڻي قدر نئون مذهب اختيار ڪري چڪي هئي."

اسلام جي تعليم معاشري کي ڪيئن ۽ ڪيتري قدر متاثر

ڪيو ان باري ۾ مان اڳيئي پروفيسر سين ۽ ڪي. ايم. اشرف جا رايا پيش ڪري آيو آهيان.

سنڌ ۾ ڀڳتي تحريڪ، تصوف جي ڀيٽ ۾ گهٽ اُڀري، سو شايد انڪري جو هڪ تہ سنڌ جي آباديءَ جي اڪثريت مسلمان هئي. (ڀڳتي تحريڪ عروج ۾ تڏهن آئي جڏهن برصغير ۾ مسلمانن کي غلبو حاصل هو). ٻيو تہ سنڌ جغرافيائي لحاظ کان برصغير جي الهندي ڇيڙي تي واقع هئي ۽ مغربي مسلم ملڪن سان اُن جو لاڳاپو برصغير جي ٻين پرڳڻن جي ڀيٽ ۾ گهڻو وڌيڪ گهرو ۽ گهاٽو هو.

سنڌ جي ذڪر، اوير ۽ اتر ۾ ڀڳتي تحريڪ کي زور وٺائڻ ۾ ٽن شخصيتن جو وڏو حصو آهي: ڪبير، ميران ٻائي ۽ گرونانڪ. اُنهن ٽن مان ٻہ ـ ڪبير ۽ نانڪ ـ سڌيءَ طرح اسلامي تصوف کان متاثر هئا. ڪبير تہ پيدائشي مسلمان هو پر هندو ۽ مسلمان ٻيئي سندس پوئلڳ هئا.

گرونانڪ (1469ـ1538) پڻ ڪبير جي تعليم کان متاثر هو. ڪبير جي پوئلڳن ۾ ٻيو شخص، جو گهڻو مشهور ٿيو سو هو دادو ديال. (1544ـ1603ع) پاڻ مسلمان ڪوري هو پر سندس ڪن پوئلڳن بعد ۾ مشهور ڪيو تہ برهمڻ خاندان مان هو. ليڪن دادوءَ جي اصليت لڪائڻ جي اها ڪوشش ائين ئي بيسود هئي، جيئن هندن خود ڪبير کي هندو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

اڪبر اعظم دادوءَ جي خيالن کان گهڻو متاثر هو. روايت آهي تہ مغل شهنشاهہ دادوءَ سان چاليهہ ڏينهن مذهبي بحث ڪيو هو ۽ دادوءَ جي تعليم جو مٿس جيڪو اثر ٿيو اُن جو عڪس سندس دين الاهيءَ واري نظريي ۾ ڇِٽو هو.

دادو شاعر هو. سندس ڪلام جو مرڪزي نڪتو سونهن ۽

جمال جو نظارو پسڻ آهي. هو ترڪ دنيا جي خلاف هو. سندس چوڻ هو تہ خالق جڏهن انسان کي حواس ڏنا تہ اِن لاءِ ڪونہ ڏنا اٿس تہ اُنهن کي اُجايو رکجي. دادوءَ جو چوڻ آهي: "اک لاءِ رنگ، ڪن لاءِ موسيقي، ذائقي جي ذوق لاءِ سواد جو لطف عطا ڪيو ويو آهي."

دادوءَ پنهنجي گيتن ۾ ڳايو آهي:

جڏهن مان هن ڪائنات جو حسن ڏسان ٿو تڏهن مان اهو پڇڻ تي مجبور ٿيو آهيان تہ اي سائين! تو ان کي ڪيئن خلقيو؟ ڇا اِها تنهنجي 'پنهنجي پاڻ ڏيکارڻ' جي تمنا هئي؟ يا تو کي صفات ۾ ذات جو جلوو ڏيکارڻ منظور هو؟ ڀلا، هنن سوالن جا جواب اکرن ۾ ڪيئن ملندا، سمجهڻ وارا سمجهندا." اهو ئي سبب آهي جو هن جهان، جيڪو تنهنجي تخليق آهي، مون کي ايڏو موهيو آهي. تنهنجا چشما، دريا ۽ هوا ۽ هيءَ ڌرتي، جيڪا اُنهن کي جهلي بيٺي آهي، هي پهاڙن جون قطارون، هي بي انت بحر، سمنڊ، برف پوش بُلنديون، تجلا ڏيندڙ سج! ڇو تہ ڌرتي، آسمان ۽ عرش جي تنهي طبقن ۾ مون کي تنهنجي ئي جمال جي جلوي موهيو آهي. تو کي ڪير سمجهي سگهي ٿو اي سائين! تون، جيڪو نظر کان غائب آهين، تون جيڪو پهچ کان پري آهين، تون جيڪو بي حساب آهين! 'دادو' کي ڄاڻڻ جي ضرورت ۽ تمنا ڪانهي، هُو تنهنجي جمال جي جلوي ۾ مست آهي."

دادوءَ جي ڪلام کي "ڀڳتي تحريڪ" جي تعليم جو پاڪيزه روپ ڪوٺيو ويو آهي، پر غور سان ڏٺو وڃي تہ دادوءَ جي فڪر ۾ ويدن جي تعليم کان وڌيڪ "اسلامي تصوف" جو عنصر غالب آهي.

محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي تحقيق موجب، دادو سنڌي ٻوليءَ ۾ به ڪلام چيو آهي، جنهن جو مطالعو ڊاڪٽر صاحب جي راءِ موجب ڏيکاري ٿو ته ”سنڌي عبارتن جي سٽاءَ فطري ناهي بلڪ ذاتي ڪوشش جو نتيجو آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته شاعر جي پنهنجي مادري ٻولي سنڌي ناهي.“

دادوءَ جي سنڌي ڪلام جو نمونو هي آهي:

**دادو اکيون پسڻ پرينءَ کي، ٻري التيان منجهه،**

**جتي ڏيٺو هان پرين، نهاريندو هنجها**

”اسلامي تصوف“ انساني ڪلچر جا اعليٰ کان اعليٰ ۽ پيارن کان پيارا گلابي گل، قدرت جي جنهن سدا بهار باغ ۾ پيدا ڪيا، اُن جو مٺو ۽ مبارڪ نالو آهي ”سنڌ“.

”تصوف سنڌ“ جي ڪلچر جو روح آهي. تصوف جيڪو ڪمال سنڌ ۾ ڏيکاريو آهي، شايد اِن جو مثال برصغير ته درڪنار دنيا ڀر ڪٿي ڪو نه ملندو.

حيدرآباد ضلعي ۾ تاجپوري نوابن ۾ مرحوم نور احمد خان لغاريءَ جي مون سان گهڻي محبت هئي. سندن خاندان جهوڪ شريف جي صوفي بزرگ شاهه عنايت شهيد جو پوئلڳ هو. شاهه شهيد کي سنڌ جي سونهاري سائين ڀٽائي گهوٽ به چَيو آهي. نواب صاحب جي خاندان وارا پنهنجي جدامجد فقير نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي حوالي سان هڪ طرح سان جهوڪ شريف جي گاديءَ جا خاص خدمتگار يا خليفا به سڏبا آهن.

سنڌ جا هندو سنڌ جي مسلمانن وانگر مسلمان صوفين جا پوئلڳ هئا ۽ آهن. جهوڪ شريف جا به هزارن جي تعداد ۾ هندو مريد

آهن. مرشد جي منزل تہ مٿاهين آهي، پر خليفي يعني مرحوم نواب نور احمد خان لغاريءَ جي ٽڙ ڏاڏي فقير غلام الله جو مٿن ايڏو تہ اثر هو جو سندس هندو مريد، مسلمان مريدن وانگر ذڪر فڪر ونندا هئا، قرآن پڙهندا هئا ۽ مسجدن ۾ عبادت بہ ڪندا هئا. ڪي عقيدتمند تہ اهڙا بہ هئا جي مرڻ وقت وصيت ڪندا هئا تہ کين سندن ڌرمي رسم موجب ساڙڻ بدران مرشد جي پيرانديءَ ۾ پوريو وڃي ۽ اها حقيقت ۽ روايت فقط جهوڪ شريف جي هندو مريدن سان نہ پر ڪم و بيش سنڌ جي مڙني مکيہ صوفين جي خانقاهن جي حالت ۾ صحيح آهي.

مرحوم نواب صاحب جڏهن پنهنجن هندو مريدن جون مون کي تفصيل سان اهي ڳالهيون ٻڌايون، تڏهن مون هڪ دفعي پروفيسر ڊاڪٽر انيمري شمل کان پڇيو:

”عجم، خاص ڪري ايران کي تصوف جي پيدائش جو هنڌ ليکيو ويندو آهي. اُتي توهان کي اهڙو مثال سُجهي، جڏهن ڪنهن ايراني غير مسلم، مثلا زرتشت جي پوئلڳ، مسلمان صوفين جي تعليم کان متاثر ٿي پاڻ کي مسلمانن جي قبرستانن ۾ مرشد جي پيرانديءَ ۾ پورايو هجي؟“.

ڊاڪٽر شمل جواب ڏنو:

”ايران تہ ڇا پر سڄيءَ دنيا ۾ مون کي ائين ڪو نہ سُجهي.“

ممڪن آهي تہ ڪنهن ٻئي هنڌ بہ تصوف اهڙو رنگ ڇمايو هجي، پر سنڌ ۾ تہ اسلامي تصوف واقعي ڪمال ڪري ڏيکاريو. جا ڳالهہ شاهن ۽ شهنشاهن کان نہ ٿي سگهي سا ”سنڌ“ جي فقيرن ڪري ڏيکاري. انشاءَ الله مان ايندڙ مضمون ۾ اُن باري ۾ قارئين ڪرام جي خدمت ۾ تفصيل سان عرض ڪندس.

[22– آڪٽوبر 1981ع]



## قابلِ فخر سرمايو

سنڌي ڪلچر پاڪستاني ڪلچر جو قابل فخر سرمايو آهي.
اُن جي تحفظ ۽ فروغ لاءِ عملي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان سلسلي ۾ مون ڪن بنيادي عنوانن جي نشاندهي پڻ ڪئي هئي. علمي تحقيق جو ڪم موضوع سان تعلق رکندڙ علمي ڪتابن جي عدم موجودگيءَ ۾ تي نٿو سگهي. خوشقسمتيءَ سان سنڌ جي ماضيءَ جي تاريخ ۽ ڪلچر جي ارتقا بابت ايترو تہ ڪتابي ذخيرو موجود آهي، جيترو غالباً پاڪستان جي ٻين حصن بابت نہ هجي.

سنہ 1956ع ۾ مرحوم ممتاز حسن، جيڪو اُن وقت پاڪستان جو مالي سيڪريٽري هو پنهنجي گهاٽي يار پير حسام الدين راشدي صاحب جي تجويز ۽ تحرڪ تي سنڌ جي ماضيءَ جي عالمن ۽ دانشورن جا لکيل قلمي ڪتاب محفوظ ڪرڻ ۽ اُنهن کي ڇپائڻ لاءِ سنڌي ادبي بورڊ کي خصوصي مالي امداد ڏني. ممتاز حسن وڏو علم دوست هو ۽ سنڌ جي ثقافتي سرمايي جو عاشق هو.

سنڌي ادبي بورڊ ممتاز حسن جي علم پروريءَ جو فائدو وٺي، سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ قلمي ڪتابن جي تلاش ڪئي ۽ خدا جي فضل سان تقريباً ساڍا چار سئو بي بها قلمي ڪتاب ضايع ٿيڻ کان بچائي ورتا. جي هونئن خانگي ڪتبخانن ۾ اُڏوهيءَ جو کاڄ ٿي وڃن ها. يا سنڌ جي دستور موجب جڏهن گهڻا پراڻا ٿي وڃن ها تہ ڪنهن

ڪوهہ يا درياهہ ۾ داخل ٿين ها. اِهي ڪتاب هاڻي عالمن جي استفادي لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتبخاني ۾ محفوظ آهن.

هڪ ڀيري مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ان سلسلي ۾ نواب شاهہ ۽ بوبڪن جي ڪن نامور علمي خاندانن جا قلمي ڪتاب ڏسڻ ويو. هڪ هنڌ اُهي ڪتاب ڪباٽن ۾ اِن صورت ۾ ڏٺائين جو اُڏوهيءَ لڳڻ ڪري ڪتابن جو اڌ حصو ڪباٽ سان ڳنڍيل هڪ ٿي ويو هو ۽ زور ڏيڻ سان ڪتاب جو باقي بچيل حصو هٿ ۾ هليو پئي آيو!

بورڊ جي عالمن ورهين جا ورهيہ اُنهن ڪتابن تي محنت ڪري جڏهن اچا چاليهارو ڪن ڪتاب خاص ڪري عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ لکيل ايڊٽ ڪيا ۽ بورڊ اُنهن کي شايع ڪيو، تڏهن علمي دنيا اهو ڪارنامو ڏسي، حيران رهجي ويئي.

ڪئناڊا جي مئڪ گِل يونيورسٽيءَ ۾ انسٽيٽيوٽ آف اسلامڪ اسٽڊيز جي ڊئريڪٽر پروفيسر چارلس آڊم فرمايو:

”دنيا ۾ اهڙي قسم جا ٿورڙا علمي ادارا هوندا، جن جي ڪار گذارين جو رڪارڊ سنڌي ادبي بورڊ جهڙو شاندار هجي. بورڊ نہ فقط سنڌي زبان ۽ ڪلچر جي بلڪ پوريءَ انسانذات جي علمي خذمت ڪئي آهي.“

ساڳيءَ ريت، لنڊن جي رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي اعزازي سيڪريٽري، سائمن ڊگبيءَ، بورڊ جي شايع ڪيل اُنهن ڪتابن تي تبصرو ڪندي چيو:

”دنيا ۾ شايد ئي ڪو ٻيو ادارو هوندو جنهن مقامي تاريخ ۽ ڪلچر بابت فارسيءَ ۽ عربيءَ ۾ لکيل ناياب ۽ اڻلڀ ڪتاب

شايع ڪري، اُنهن عالمن جي بي مثال خدمت ڪئي آهي،
جيڪي برصغير جي اسلامي ڪلچر ۽ تاريخ ۾ گهري
دلچسپي وٺن ٿا.“

سنڌي ادبي بورڊ جا شايع ڪيل اُهي ڪتاب فقط سنڌ جي ملڪي يا غير ملڪي حاڪمن جي جنگي ڪارنامن جا داستان ڪونهن، بلڪ سنڌ جي تاريخ ۽ ڪلچر جا تاريخي دستاويز آهن. اُنهن جي مطالعي سان ماضيءَ ۾ سنڌ جي ماڻهن جي سماجي حالتن جي خبر پوي ٿي ۽ پروڙ پوي ٿي ته جڏهن ڪي غاصب سنڌ تي قابض ٿيا آهن، تڏهن سنڌي ڪلچر جي محافظ مسلمان صوفين عوام جي ڪيئن دلجوئي ۽ رهنمائي ڪئي آهي. مثلاً، ظالم باقي بيگ ترخان جڏهن سنڌ جي باغي قبيلن کي منهن ڏيڻ جي لائق نه رهيو تڏهن هن تشدد ۽ دٻاءَ جا اهڙا ته وحشيانه طريقا اختيار ڪيا، جو پاڻ ڇتو ۽ چريو ٿي پيو. چؤطرف جاسوسن جو ڄار وڇايائين، اناج جي ذخيره اندوزي ڪرائي هٿرادو ڏڪار پيدا ڪيائين. خلق وڃي صوفين جو سهارو ورتو جن ۾ عبدالوهاب پوراني سيني ۾ مشهور هو. باقي ترخان مٿس خلق کي ڀڙڪائڻ جو الزام مڙهيو ۽ نه فقط کيس بلڪ سندس پٽ صادق کي پڻ قتل ڪرايو. شهيدن جي خون رنگ لاتو. باقي ترخان پاڻ پنهنجي پيٽ ۾ ڇرو هڻي آپگهات ڪيو.

”تاريخ مظهر شاهجهاني“ ان سلسلي جو غالباً سيني ڪان وڏيڪ دلچسپ ڪتاب آهي، جيڪو شاهجهان جي دور ۾ لکيو ويو. اُن ڪتاب جو محفوظ رهجي وڃڻ ۽ هندستان مان سنڌ ۾ موٽي اچڻ جو داستان نهايت دلچسپ آهي جو ڪتاب جي فاضل ايڊيٽر محترم پير حسام الدين راشديءَ منڍ ۾ تفصيل سان بيان ڪيو آهي. ڪتاب جي

مطالعي مان پتو پوي ٿو تہ اُن عهد ۾ جڏهن شاهجهان جي ملڪہ ممتاز محل جو سوٽ، احمد بيگ، سيوهڻ ۾ صوبيدار مقرر ٿي آيو تہ سنڌ تي ظلم جو راڄ قائم ٿي ويو. احمد بيگ کي عوام سان نفرت هوندي هئي. آخر جڏهن سندس وحشي ڪرتوتن جا داستان هلي دربار تائين پهتا تڏهن کيس واپس طلب ڪيو ويو. سنڌ جي ماڻهن شادمانا ڪيا، پر کين ستت ئي اهو معلوم ڪري اچرج لڳو تہ شهنشاهہ سنڌ احمد بيگ کي ٺٽي کان وڏيڪ سگهئي ستابي صوبي مٿان مقرر ڪيو هو. آثار قديمہ جي ماهر محترم ايم.اي غفور صاحب جي تحقيقات موجب، ٿئورنر لکيو آهي تہ احمد بيگ شهنشاهہ جي خوشنودي ان طرح حاصل ڪئي هئي، جو آگري پهچڻ کان اڳ ۾ حرم سراءِ جي بااختيار شاهي خواتين کي قيمتي تحفا موڪليا هئائين.

يوسف ميرڪ پنهنجي شهره آفاق ڪتاب "تاريخ مظهر شاهجهاني" ۾، جيڪو هن سن 1634ع ڌاران لکي پورو ڪيو احمد بيگ جي حڪومت هيٺ سنڌ جي مظلوم عوام جي اهنجن جي چٽي تصوير ڪڍي آهي. ڪتاب اصل فارسي زبان ۾ هو بورڊ اُن کي فارسي ۾ بہ شايع ڪرايو آهي ۽ سنڌيءَ ۾ بہ ترجمو ڪرايو آهي. سنڌي ترجمي جو ڪم سنڌ جي ممتاز اهلِ قلم نياز همايونيءَ سرانجام ڏنو آهي.

"تاريخ طاهري"هڪ ٻيو دلچسپ ڪتاب آهي، جنهن ۾ ٺٽي جي سونهن سوڀيا، سُک ۽ سُڪار ۽ عيش عشرت واري زندگيءَ جو داستان مذڪور آهي. "ذخيرة الخوانين" جي مصنف لکيو آهي تہ "ٺٽو ڌرتيءَ تي بهشت آهي." اهڙيءَ طرح بورڊ جي شايع ڪيلِ انهن ڪتابن مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ جڏهن بہ ڪو انصاف پرور ۽ خدا ترس انسان ملڪ جو حاڪم ٿيو آهي تہ سنڌ جي ڌرتيءَ سک جو ساهہ کنيو آهي،

علم ۽ ادب جي مرڪزن ۾ بهار جي رنگيني آئي آهي، سنڌ جا هنر ۽ ڪاريگريون عروج تي پهتا آهن، سنڌ روحاني ۽ مادي ڪلچر جي بلندين تي پهتي آهي.

سن 1635ع ۾ انگريزن ٺٽي ۾ پهرين پهرين واپاري ڪوٺي وڌي، جنهن جي شاخ لاڙي بندر ۾ رکي ويئي. لاڙي بندر ديبل جي ڪنڊرن تي اُسريو. انگريزن جي ڪوٺيءَ جو رڪارڊ اِن حقيقت تي شاهد آهي تہ ٺٽي ۾ تيار ٿيندڙ مال جي ڏيساورن ۾ ايڏي تہ کپت هئي جو سنہ 1636ع ۾ فريملن رپورٽ ڏني تہ "سڄي برصغير ۾ ڪنهن بہ هنڌ جو سامان ولايت ۾ ايڏو مشهور ۽ مقبول ڪونهي جيترو سنڌ جو."

ساڳيءَ ريت، سنڌ جي روحاني ڪلچر جي ڪمال جو هيءُ عالم هو جو شاهہ ولي الله جي فڪر بابت پنجاب يونيورسٽيءَ جي پروفيسر قاضي جاويد پنهنجي شايع ڪيل ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي تہ "جڏهن برصغير ۾ مسلمانن جو زوال آيو ۽ چئني پاسن انحطاط پيدا ٿيو تڏهن حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلويءَ جي لفظن ۾: "فقط سنڌ ۽ گجرات ۾ صحيح اسلامي تعليم رائج هئي."

پاڪستان جي آثار قديمہ جي ماهر ايم . اي.غفور جي تحقيق موجب جڏهن هرات جو زوال آيو ۽ ايران ۾ صفوي خاندان زور ورتو تڏهن ناميارا مسلم خطاط سنڌ ڏانهن لڏي آيا ۽ ٺٽي ۾ سڪونت اختيار ڪيائون، جتي سندن سرپرستيءَ لاءِ سڀ اسباب موجود هئا.

خطاطي مسلمانن جو مرغوب فن آهي. اسلام ۾ انسانن جي تصويرن ناهڻ تي بندش هئڻ ڪري، مسلم فنڪارن خطاطي ۾ ڪمال پيدا ڪيو. اسلامي دنيا ۾ پهريون پهريون خطاط غالباً سيدنا حضرت علي ابن ابي طالب ڪرم الله وجه هو. هڪ روايت موجب حضور جن

جي وصال کان پوءِ حضرت عليؓ سڀ کان اول سچو قرآن مجيد جمع ڪيو هو. حضرت علي رضہ جي خلافت ۾ ئي پهريون دفعو سِڪن جي مٿان عربي عبارت ۾ مهرون لڳيون جن تي سنہ چاليهہ هجري اُڪريل آهي.

مسلمانن خطاطيءَ جي فن کي عروج تي پهچايو. سعد، الاحوال، ابن مقلا، علي بن هلال، ياقوت، مير علي تبريزي، عبدالله، جعفر التبريزي، مولانا اظهر التبريزي، مير امداد، علي رضا عباس، ظهيرالدين محمود، محمد حسين ڪشميري، عبدالصمد، آغا عبدالرشيد، عبدالباقي حداد، دارا شڪوهہ ۽ اورنگزيب عالمگير مشهور مسلم خطاط ٿي گذريا آهن. هنن خطاطيءَ کي باقاعده هڪ فن جي صورت ڏني ۽ اُن ۾ پنهنجي پنهنجي دور ۾ اهڙو تہ حسن ۽ ڪشش پيدا ڪئي جو غير مسلم دنيا جا امير الامرا ۽ مذهبي مشاهير مسلم خطاطيءَ جا شهپارا پنهنجن ايوانن ۾ سونهن خاطر رکندا هئا. "افا" نالي هڪ عيسائي حاڪم (ڇهين صدي) ۽ آراڪان (برما) جي ٻڌ ڌرم جي هڪ بادشاهہ لاءِ روايتون آهن تہ هُو پنهنجن سڪن تي مسلمانن جون عربي عبارتون سونهن خاطر هڻندا هئا.

ساڳيءَ ريت، رومي بادشاهن جي تاجپوشيءَ جي چوغن تي عربي عبارتون هونديون هيون. قسطنطنيہ جي عيسائين کي عربي خطاطيءَ جو ايڏو قدر هو جو هنن هڪ مذهبي جڳهہ تي، خوبصورتيءَ خاطر هڪ عربي عبارت لٽڪائي ڇڏي هئي، جا درحقيقت خليفي مامون جو هڪ خط هو جو مشهور خطاط "احوال" جو لکيل هو.

آثار قديمہ جي ماهر ايم.اي غفور مسلم خطاطن جي انهيءَ شانداز روايت کي بيان ڪندي، " Calligraphers ofThata"("ٺٽي جا

خطاط“) ڪتاب ۾ لکيو آهي:

”سنڌي ادبي بورڊ جيڪي قلمي نسخا محفوظ ڪري ورتا آهن، اُنهن ۾ جججها ٺٽي جي نامور خطاطن جا لکيل آهن. اُنهن خطاطن جي دستخط سان ڪي نسخا حيدرآباد جي ٽالپرن جي ڪتبخاني ۾ بہ موجود آهن. مون اجا اُنهن بابت راءِ قائم ڪانہ ڪئي آهي، ڇو تہ اهو تحقيق طلب ڪم آهي.“

مٿيون ذڪر ڪرڻ بعد غفور صاحب ٺٽي جي اُنهن خطاطن جا نالا ڏنا آهن، جي پنهنجي وقت ۾ شهرت جي آسمان تي آفتاب ۽ ماهتاب مثل چمڪيا. اُنهن ۾ ڪي هي آهن:

1. ابوالفضل بن شيخ محمود
2. اسدالله
3. تاج محمود بن ميان حبيب الله
4. درويش علي بيگ مغل
5. سيد رحمت الله بن سيد عبدالقاسم
6. خواجہ مير شريف
7. عبدالجليل بن مخدوم عثمان
8. عبدالحق بن شيخ عبدالوسيع
9. عبدالرؤف
10. سيد علي بن عبدالقدوس
11. محمد شيخ
12. محمد اشرف
13. محمد يعقوب
14. محمد عالم

15. محمد پناهہ
16. محمد فضل
17. محمد معين
18. خواجہ مير مرتضيٰ
19. سيد نعمت الله
20. سيد مير محمود

اها هڪ دلچسپ حقيقت آهي تہ بزرگن ۽ مشاهيرن جي مزارن، مقبرن ۽ قبرن تي جيڪا خطاطي ٿيل آهي، اُتي بعض اوقات خوبصورت چٽساليون ۽ بعضي تصويرون بہ ٺاهيل آهن، جن ۾ سنڌي مردانہ ويس مثلاً سنڌي پڳ ۽ زنانہ زيورن، چوڙين، هٿن ۽ پيرن جي زيورن ۽ ڳچيءَ جي هارن وغيره کي خوبصورتيءَ سان پٿر تي نقش ڪيو ويو آهي. اِهي قبا ۽ قبرون ڪراچيءَ جي پرسان منگهي پير ۽ چوکنڊي ۽ ٺٽي جي پرسان پير پٺي، ۽ سونڊا ۾ بين هنڌن تي دنيا جي سياحن جي دلچسپيءَ جو مرڪز بڻيل آهن. محترم علي احمد بروهي، ڪيئي ورهيہ محنت ڪري اُنهن قبرن تي هڪ تحقيقي ڪتاب "History of Tomb stones" لکي پورو ڪيو آهي، جو هن وقت سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپجي رهيو آهي.

ٻر ڪجهہ وقت ٿيو جو آمريڪا مان منهنجي هڪ دوست ٽئڪسٽن ويلر "سنڌي ڪلچر" بابت اُتي ڇپيل هڪ ڪتاب موڪليو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي قبن ۽ قبرن تي اُڪريل چِٽن ۽ تصويرن ۾ سنڌي چُر، ڪپڙي جي اوچ، پرت ۽ لباس تي تحقيق ڪري، ماضيءَ ۾ سنڌ جي روحاني توڙي مادي ڪلچر جي ڪمال بابت حيرت انگيز معلومات ڏني ويئي آهي. مثلاً ڪتاب ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ:

1. قديم زماني ۾ چانهوءَ جي دڙي کي "زيورن جو شهر" ڪوٺيو ويندو هو. زيور سونَ، چاندي، ٽامي ۽ ٻين ڌاتن مان ٺاهيا ويندا هئا. سنڌ ۾ سڪندر اعظم جي آمد کانپوءِ پٿر تي اُڪر جي هنر زور ورتو.

2. اٿينس جي ميوزيم ۾ سنڌي چمپا ڪلي، ڪٺ مالها ۽ ٻين سنڌي زيورن جا نمونا سانڍيل آهن، جو اُنهن مان يونان جي قديم ڪلچر جي معلومات ملي ٿي.

3. حضرت عيسيٰؑ جي ولادت کان ڇهه صديون اڳ يونان ۾ "سنڌ" لفظ "سڀ کان سٺي سوٽي ڪپڙي" سان هم معنيٰ تصور ڪيو ويندو هو.

4. تاريخ ۽ آثار قديمه وسيلي معلوم ٿيو آهي ته سنڌو ماٿريءَ مان اوائلي زماني ۾ ٻاهرين ملڪن ۾ سنڌي گلم موڪلڻ جو جڳهو واپار هلندو هو. سنڌي گلم ايڏا ته خوبصورت هئا جو مصر جي فرعونن جي محلاتن ۾ فرش کي سنڌي گلمن سان سينگاريو ويندو هو.

مون هڪ مضمون ۾ ڪلچر جو اصول بيان ڪندي عرض ڪيو هو ته ڪلچر معنيٰ روايت ۽ روايت معنيٰ يادگيري. چنانچه بي انتها خوبصورت چپيل هن ڪتاب ۾ آمريڪي ماهرن سنڌي ڪلچر جي روايت ۾ تسلسل بابت تحقيقات ڪري ثابت ڪيو آهي ته موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان لڌل ٿانون تي پنج هزار سال اڳ جيڪي چٽ رائج هئا، اُهي ساڳيا چٽ چوکنڊيءَ جي مقبرن تي پٿر تي نقش ٿيل آهن ۽ موجوده زماني ۾ نصرپور ۾ ٺهندڙ سنڌي کيسن ۾ موجود آهن.

سنڌ جي قديم ڪلچر ۽ تهذيب بابت هڪ ٻئي ڪتاب ۾ پڻ دلچسپ معلومات آهي جو هڪ دوست جي مهربانيءَ سان مون کي دستياب ٿيو آهي. اهو ڪتاب برصغير جي هڪ جغرافيائي لغت

آهي، جنهن جي مصنف ننده لال، هندو ۽ ٻڌ ڌرم جي لٽريچر ۾ خاص طرح "پُراڻن" جو اڀياس ڪري، اُنهن قديمي هنڌن، ماڳن، شهرن ۾ اُنهن جي هاٺوڪن نالن ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جن سنڌ جي تاريخ ۽ ڪلچر ۾ اهم رول ادا ڪيو آهي.

فاضل مصنف ممتاز مغربي محققن جهڙوڪ جنرل ڪننگهام فرگوسن، بيل، ولسن، هنٽر ۽ ٻين جي راين سان پنهنجي تحقيقي نتيجن جي پيٽا بہ ڪئي آهي. ڪتاب ۾ سنڌ جي قديمي شهرن، هنڌن ۽ ماڳن بابت هيٺين معلومات ڏنل آهي.

1. سنڌو: سنڌو درياءَ جو نالو آهي.

چيني سياح هين-سنگ اُن کي "انتو" ڪوٺيو آهي. مغربي سياحن اُنهيءَ نالي پٺيان برصغير کي "انڊيا" ڪوٺيو جيڪو درحقيقت "سنڌو" يا "سپتا سنڌو" (عربن جي "هفتا هندو" مان بگڙيل نالو) آهي. پر، سنڌ وانگر، مالوا ۾ پڻ هڪ نديءَ جو نالو "سنڌو" آهي. مهاڀارت ۾ اُن کي "دڪشڪٽا سنڌو" ڪوٺيو ويو آهي. اُن کي "ڪالي سنڌ" بہ ڪوٺيندا هئا. اُن جو مقامي نالو غالباً "پاتلاوتي" هو. اها چنبل درياءَ جي شاخ هئي.

چنبل ندي ونڌيا جبلن ۾ پهاڙن جي هڪ جهڳٽي مان نڪرندي هئي، جنهن مان ٻيا بہ - ٽي درياهن جا منهن بہ نڪرندا هئا، جن جا نالا هئا چنبل، چنيپلا ۽ گميريا.

مالوا جي ٻي مشهور نديءَ جو نالو "سپرا" هو. مالوا جي گاديءَ جو هنڌ اُجين شهر اُنهيءَ نديءَ تي اڏيل هو. اُجين کي "اوانتي پور" بہ ڪوٺيندا هئا. وڪرم اديتيا، جيڪو اسان وٽ عام طرح وڪرماجيت جي نالي سان مشهور آهي، تنهن 515ع کان 550ع تائين اُجين تي

حڪومت ڪئي. هن هندو ڌرم کي نئين سر زور وٺايو. نتيجي طور برصغير جي مغربي حصي (يعني موجوده پاڪستان واري علائقي) ۾ ٻڌ ڌرم عيسوي ڇهين صديءَ کان 750ع تائين نهايت ڪمزور ٿي ويو هو. ڪوي ڪاليداس سندس دربار جي نورتنن ۾ شامل هو. اُجين شهر کان اُتر طرف ٻن ميلن جي پنڌ تي سپرا نديءَ جي ڪناري تي راجا ڀرتري هري جي غفا آهي. هو پنهنجي زال پنگالا جي وفات کان پوءِ اُجين ڇڏي سنڌ ۾ آيو ۽ سيوهڻ تي حڪومت ڪيائين.

سيوهڻ ۾ درياهہ جي ساڄي ڪپ تي هن هڪ ننڍو قلعو بہ ٺهرايو. اُنهن ڏينهن ۾ سيوهڻ کي "سيوستاڻا" ڪوٺيندا هئا. سيوهڻ کي "شِو آستان" بہ ڪوٺيو ويو آهي. "شِو" سنڌو ماتريءَ جو هڪ ديوتا هو جنهن کي بعد ۾ آرين قبول ڪيو هو ۽ هندو ڌرم جو اَوتار قرار ڏنو هو. موهن جي دڙي مان نڪتل مُهرن تي شِو جي مورتي اُڪريل آهي.

وڪرماجيت شِو جي مَت کي زور وٺايو هو. هن پس منظر ۾ ڏنو ويندو تہ سنڌ جو آڳاٽي زماني ۾ "مالوا" سان گهرو گهاٽو لاڳاپو هو. سنڌي ادبي بورڊ جي ٽماهي "مهراڻ" رسالي جي ايڊيٽر مسٽر نفيس احمد ناشاد (جيڪو ٿر جي ڳوٺ ڇيلهار جو رهاڪو آهي) مون کي ٻڌايو تہ هُن ننڍپڻ ۾ هڪ لوڪ ڳيچ ٻڌو هو جنهن جي هڪ سِٽ آهي:

**"سُونٺ (سُنڌ) اُپجي سنڌ ۾ ۽ مالوا اُپجي جيرو"**

آڳاٽي زماني ۾ سنڌو ماتريءَ جي رهاڪن جو دجلہ ۽ فرات جي سُميرين تهذيب ۽ تمدن سان گهرو گهاٽو لاڳاپو هو. تڏهن سُميرين تهذيب وارا سنڌو ماتريءَ کي "ميلوها" ڪوٺيندا هئا. خبر ناهي تہ اُن نالي جو "مالوا" سان ڪيتريقدر واسطو هو يا نہ هو!

(2) **مار استالي**_ سنڌ جي اوڀر واري وڏي رڻ پٽ جو نالو هو.

(3) **سسيلاراجڪا تيرٿ**۔ انهيءَ هنڌ جو نالو هو جتي سنڌو ندي سمنڊ ۾ پوندي هئي. ان جو مهاڀارت ۾ ذڪر آهي.

(4) **سوما پاروتا**۔ سنڌو نديءَ جي ڏاکڻين يا هيٺين ماٿريءَ ۾ هالار جبلن جي قطار جو نالو هو. اُن جو رامائڻ ۾ ذڪر آهي.

(5) **سوما گري**۔ سنڌو نديءَ جي ڏاکڻين يا هيٺين ماٿريءَ ۾ هالار جبلن جي ڏاکڻين حصي کي "سوماگري" ڪوٺيو ويندو هو.

(6) **ششوما**۔ پنجاب ۾ سنڌو نديءَ جو نالو هو.

(7) **لاهري بندر**۔ ديواليہ (ديبل) جي ڪنڊرن جو نالو. ڪننگهام جي راءِ آهي تہ اُهي ڪنڊر لاهري بندر يا لاڙي بندر کان ٿوري پنڌ تي اُتر طرف آهن. لاڙي بندر سنڌ ۾ ديواليہ جي ڪنڊرن مان ڪڍيل سازوسامان مان ٺاهيو ويو هو.

(8) **ميناگر**۔ سنڌ ۾ شهر هو. هين- سنگ اُن "پشن بوپونو" ڪوٺيو هو ۽ جولين "وچاواپور" قرار ڏنو هو. بيل اُن کي "وسماپور" تسليم ڪيو هو.

ٽيون هڪ ڪتاب، جنهن ۾ سنڌ بابت دلچسپ معلومات ڏنل آهي، اُن جو نالو آهي "حدود العالم". هيءَ ڪتاب پڻ هڪ جاگرافي آهي، جا فارسي ٻوليءَ ٽي سئو ٻاهتر هجري يعني 982ع ۾ لکي ويئي هئي. اُن جا انگريزي ۽ روسي ٻولين ۾ ترجما ٿيل آهن. هن ڪتاب ۾ چيل آهي تہ سنڌ جي اوير ۾ مهراڻ درياهہ آهي. اُن جي ذڪڻ ۾ وڏو سمنڊ آهي، اولهہ ۾ ڪرمان آهي. اُتر ۾ وڏو رڻ پٽ آهي، جيڪو خراسان سان لڳي ٿو. سنڌ جي آبهوا گرم آهي ۽ منجهس گهڻا بيابان ۽ ٿورا جبل آهن. ماڻهو بدن جا هلڪا آهن، ڊوڙڻ ۾ تکا آهن. سي

مسلمان آهن. سنڌ ۾ نعمتون گهٽ آهن. پر واپاري گهڻا آهن. ڪلون، چمڙو جتيون ۽ کجور هتان جي خاص پيداوار آهي.

(1) **منصوره:** وڏو شهر آهي. مهراڻ درياهه جي وچ ۾ ٻيٽ وانگر آهي. وڻندڙ سکيو ۽ ستابو شهر آهي. واپار جو مرڪز آهي. رهاڪو مسلمان آهن ۽ سندن بادشاهه قريشي آهي.

(2) **منجابري، ساڏوسان:**سنڌ جا ٻه آسودا شهر آهن، جي مهراڻ درياهه جي ڪپ تي آهن.

(3) **نيرون، مسواهي:**۔ سنڌ جي حدن اندر ٻه شهر آهن اُتان جا رهاڪو ساموندي واپار ڪندا آهن. ٻنهي شهرن ۾ نعمتون گهٽ آهن.

(4) **ديبل**۔ وڏي سمنڊ جي ڪناري تي سنڌ جو شهر آهي. واپارين جو مرڪز آهي. هندستان ۽ سمنڊ جو سارو سازوسامان هتي ججهي انداز ۾ اچي ٿو.

(5) **نڪي، آرماييل**۔ مڪران جا ٻه شهر آهن، جيڪي رڻ پٽ جي ڇيڙي تي ۽ سمنڊ جي ڪناري تي آڏيل آهن. منجهن گهڻو سامان آهي.

(6) **تيز:**۔ سنڌ جو پهريون شهر آهي، جيڪو سمنڊ جي ڪناري تي آهي. سنو شهر ڪونهي.

(7) **ڪيز ڪشڪ قند، بيه، بند، ديزڪ** (درڪ):۔ اِهي سڀ مڪران جا شهر آهن.

(8) مڪران جو بادشاهه ڪيج (ڪيچ؟) ۾ رهي ٿو.

(9) **بنجبور:** مهراڻ درياهه جي هن پاسي سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شهر. ان کي بنجبور لکيو ويو آهي.

”حدود العالم“ ۾ ذنل مٿئين معلومات ۾ ”بنجبور“ جو شهر

منهنجي خيال موجب تحقيق ۾ توجهه طلب آهي. بنجبور شهر اُن پاسي ٻڌايو ويو آهي، جنهن پاسي مڪران واقع آهي. اهو پڻ چيو ويو آهي تہ سنڌ جي شهرن ۾ سڀ کان وڏو شهر آهي.

سنڌ جي تاريخن ۾ اسان کي جن مکيہ ۽ آڳاٽن شهرن جو ذڪر ملي ٿو تن ۾ اروڙ سيوهڻ، برهمڻ آباد، منصوره، نيرون ڪوٽ ۽ ديبل جا نالا نمايان آهن. پر فقط "حدودالعالم" جو مصنف چوٿين صدي هجريءَ ۾ سنڌ جي شهرن جو ذڪر ڪندي، "بنجبور" کي هن پاسي (يعني مڪران جي طرف) سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شهر ڪوٺي ٿو. ٻئي طرف سنڌ جي مکيہ تاريخن ۾ بنجبور جو ڪو بہ ذڪر ڪونهي! سنڌ جون مکيہ تاريخون ٽي آهن: چچ نامو معصومي ۽ تحفة الڪرام. اُنهن ٽنهي ۾ چچنامو ان ڪري وڏيڪ اهم آهي جو اهو عربن جي فتح کان پوءِ لکيل سنڌ جي پهرين تاريخ آهي.

سنڌ جي مايہ ناز محقق جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "چچنامي" جي سنڌي ۽ اردو ترجمن کي عالمانہ انداز ۾ ايڊٽ ڪيو آهي، جيڪي سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيا ويا آهن. محترم ڊاڪٽر صاحب چچنامي ۾ ڄاڻايل سنڌ جي پراڻن شهرن تي تفصيل سان روشني وڌي آهي ۽ "ديبل" جي محل وقوع جي متنازع مسئلي جي سهڻي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي.

مون هڪ دفعي محترم پير حسام الدين راشديءَ کان پڇيو هو تہ اوهان جي راءِ موجب ديبل ڪهڙيءَ جاءِ تي واقع هو؟ جواب ۾ پير صاحب ٻڌايو تہ هُو پير پٺي واري هنڌ کي ديبل سمجهي ٿو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چچنامي ۾ پير پٺي، ابراهيم حيدري، ڪراچي ۽ ڀين ممڪنہ هنڌن کي رد ڪندي، "ٻنڀور" کي "ديبل" جو

امڪاني هنڌ قرار ڏنو آهي ۽ غالباً ڊاڪٽر صاحب جي راءِ ڪان متاثر ٿي آثار قديمہ کاتي وارن پڻ ڀنڀور کي ديبل تسليم ڪيو آهي.

"ديبل" ۽ "ڀنڀور" جي نالن ۾ جيڪو نمايان فرق آهي، اُن جي تشريح ۽ ترجيح ڊاڪٽر صاحب ديبل ۾ واقع مندر جي نالي تان ڪئي آهي، جيڪا ڳالهہ دل کي گهٽ آئڙي ٿي.

مٿئين پس منظر ۾ "حدود العالم" ۾ "بنجبور" جو ذڪر دلچسپ آهي. ۽ خاص طرح سان انڪري، جو سنڌ جي شهرن سان گڏ مڪران جي شهرن جو ذڪر آندو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ مڪران جو والي اُڪيچ ۾ رهندو آهي.

ڪتاب، جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو چوٿين صدي هجريءَ جو لکيل آهي ۽ اُن ۾ "ديبل" جو ذڪر، چٽو پٽو "بنجبور" ڪان الڳ ٿيل آهي. يعني حدود العالم جي مصنف سنڌ جا جيڪي مکيہ شهر ڄاڻايا آهن، تن ۾ "ديبل" ۽ "بنجبور" اُن زماني جا الڳ الڳ ڀَريل شهر آهن ۽ "بنجبور" وڏي ۾ وڏو شهر آهي. ان ڳالهہ مان گمان پيدا ٿئي ٿو تہ "بنجبور" درحقيقت "ڀنڀور" آهي ۽ اُن جو وڻج واپار مڪران جي اُنهن شهرن سان هلندڙ هو، جن جو "حدود العالم" واري ذڪر ڪيو آهي. اُن زماني ۾ مڪران ۽ سنڌ جا اِهي شهر واپاري لحاظ کان هڪ ٻئي کي گهڻو ويجهو هئا. انهيءَ پس منظر ۾ سسئي ۽ پنهونءَ جو عشقيہ داستان پڻ مشهور آهي. جيڪڏهن حقيقت ائين ئي آهي تہ پوءِ "ڀنڀور" کي "ديبل" قرار ڏيڻ واري فيصلي تي پڻ نظرثانيءَ جي ضرورت آهي.

[20 نومبر 1981ع]

●

## شهر – ڪلچر جو مظهر

شهر ڪلچر جو مظهر ٿئي ٿو. پاڪستان جو سنڌ صوبو قدرت جو اُهو شاهڪار آهي، جتي انساني تهذيب ۽ تمدن جا پهريان پهريان گل ٽِڙيا. سنڌ جي تهذيب، جيئن مون اڳ ۾ عرض ڪيو هو، ”سنڌو نديءَ جي سوغات آهي“. سنڌو نديءَ جي ڪنارن تي هزارن ورهين کان وٺي شهر ٻَڌبا ۽ ڦِٽندا رهيا آهن. ان حقيقت جي پس منظر ۾ قبول ڪرڻو پوندو ته عمارت سازيءَ جو فن، جيڪو ڪلچر جو هڪ مکيه رڪن آهي، سنڌ جي رهاڪن جو ايامن کان وٺي هڪ خاص هنر ۽ شغل رهيو آهي. پر ايڏيءَ قديم ۽ شاهوڪار روايت هوندي به سنڌ ۾ ”مصر جي اهرامن“ يا ”ديوارِ چين“ وانگر ڪي به تعميراتي عجائبات ته در ڪنار پر اڳين يادگارن جا نالي ماتر نشان به ڪو نه بچيا آهن. غالباً اُن تباهيءَ جي ذميواري به سنڌونديءَ تي آهي، جا سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي مرڪزن کي ٺاهيندي به رهي آهي ته ڍاهيندي به رهي آهي.

اڳوڻن زمانن ۾ سنڌوندي ڪڏهن به هڪ درياءَ جي صورت ۾ لاڳيتو ڊگهو عرصو سنڌ مان ڪانه وهي آهي، سدائين اُن جا جدا جدا وهڪرا، ننڍين ننڍين درياهن جي صورت ۾ وهندا هئا. جن ۾ ”هاڪڙو“ گهڻو مشهور هو. راجستان واري رڻ پٽ جي اولاهين ڪناري ۽ کيرٿر جبلن جي اوڀارين ڪناري جي وچ واري ميداني علائقي ۾ اهڙو ڪو به حصو ڪونهي جتان سنڌو ندي نه وهي هجي.

پيو تہ سنڌوندي جتان بہ وهي ٿي، اُتان گپ چڪ، مٽي، لَٽ ۽ لَٽ سارڻ ڪٽي چوڙ واري هنڌ وٽ وڃي سمنڊ ۾ اُڇلي ٿي. اهو حصو مستقل طرح مٽي پوڻ جي ڪري مٿي اُڀرندو خشڪ زمين جي صورت وٺندو رهي ٿو ۽ نتيجي طور سمنڊ پوئتي ٿيندو وڃي ٿو. ان ڳالهہ جو اندازو هن حقيقت مان ٿي سگهندو تہ هينري ڪزنس جي تحقيق موجب اڄ جنهن هنڌ ساموندي ڪنارو آهي، اهو اُن هنڌ کان تقريباً چاليهہ ميل پري آهي، جتي محمد بن قاسم منزل انداز ٿيو هو!

ساڳيءَ ريت اڪبر اعظم جي زماني ۾ جڏهن عبدالرحيم خان خانان ٺٽي کي فتح ڪري مغل سلطنت سان ملائي ڇڏيو تڏهن هُو ٺٽي کان فقط پندرهن پندرهن ميلن جون بہ منزلون ڪري ”مغل پيين“ وٽ عربي سمنڊ جو نظارو ڏسڻ ويو هو!

سنڌ جي نرم مٽي، درياءَ جي وهڪرن جا ڦيرا ۽ طوفان سنڌ جي ڪيترن ئي وسندڙ شهرن جي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻيا. جي اڳتي هلي زمين دوز ٿي ويا. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي تاريخ جي ماهرن لاءِ اُنهن پراڻن تهذيبي مرڪزن، وسندين، ماڳن ۽ شهرن جا اصلي هنڌ ڳولڻ هاڻي ڏکيو ڪم آهي، جن پنهنجي پنهنجي دور ۾ سنڌي ڪلچر جي اوسر ۾ اهم رول ادا ڪيو هو.

مٿئين پسمنظر ۾ ”موهن جي دڙي“ جي دريافت چڻ هڪ ڪرشمو آهي ۽ اها بہ عام عقل جي ڳالهہ آهي تہ اُن زماني ۾ ساريءَ سنڌ ۾ اهو فقط هڪ شهر ڪو نہ هوندو. آثار قديمہ جو ماهر ڊاڪٽر رفيق مغل ويهن ورهين جي جستجو بعد ان نتيجي تي پهتو آهي تہ فقط چولستان کان وٺي موهن جي دڙي تائين علائقي ۾ پنج هزار ورهيہ اڳ ”اڊائي سئو“ وسندڙ شهر ۽ ڳوٺ هئا.

موهن جي دڙي جي شهر جي رٿابندي، جاين جي اڏاوت، گهٽين جي صفائي، گندي پاڻيءَ جو نيڪال، صاف پاڻيءَ جا کوهہ سنڌي ڪلچر جي اڳوڻي اوج ۽ اقبال جا روشن ۽ قابل فخر ثبوت آهن.

موهن جي دڙي کان اڳ وارو زمانو آمريءَ جي تهذيب ڪري ليکيو وڃي ٿو. ويهارو ورهيہ اڳ فرانسيسي ۽ اطالوي ماهرن جي هڪ ٽوليءَ آمريءَ وارو دڙو کوٽيو هو. بعد ۾ رپورٽ شايع ڪيائون، جنهن جو مون آثار قديمہ جي ڪتبخاني ۾ مطالعو ڪيو هو. رپورٽ ۾ ڄاڻايل هو تہ موهن جي دڙي جي تهذيب جو بنياد آمريءَ جي تهذيب وارن وڌو هو ۽ اُها تهذيب موهن جي دڙي کان ڇهن کان اٺ سئو ورهيہ تائين وڌيڪ عرصو قديم آهي. شايد ائين ئي هجي، پر آمريءَ جي دڙي مان عمارت سازيءَ جي لحاظ کان ڪا بہ شيءِ موهن جي دڙي جهڙي اهميت واري ڪانہ ٿي ڏسجي. البت آمريءَ کان ويهارو ميل اولهہ طرف پهاڙن ۾ ”رني ڪوٽ“ بيشڪ وڏي شان مان سان ڪر ڪنيو بيٺو آهي.

تازو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل دادو جي ڪوٺايل ”سيمينار جي ڪري رني ڪوٽ جي باري ۾ علمي جستجو شروع ٿي آهي. ممڪن آهي تہ ان طرح سنڌ جي ڪلچر جا ڪي گم ٿيل ورق هٿ اچي وڃن. رني ڪوٽ تي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل ايڪڙ ٻيڪڙ مضمونن ۽ هاڻي سيمينار ۾ پڙهيل مقالن ۾ سٺو علمي مواد موجود آهي. مون حيدرآباد ڊويزن جي ڪمشنر جناب عبدالله ج. ميمڻ کي، جيڪو سيمينار جو صحيح معنيٰ ۾ روح روان هو اهو مشورو ڏنو تہ اهو مواد ڪتابي صورت ۾ شايع ڪجي.* ”سنڌ صدين کان“ سيمينار (1975ع) ۾ پڙهيل ۽ گڏ

---

* هن سالن کان پوءِ جڏهن رباني صاحب اسلام آباد وسائي چُڪو هو ۽ عبدالله صاحب بدلي ٿيڻ جي ڪري چارج ڇڏي، تڏهن مون کي سڏي سيمينار جي پيپرس جو پلندو مُنهنجي حوالي ڪيائين.←

ٽيل سمورو مواد اچا تائين شايع ڪونہ ٿي سگهيو آهي. بهرحال ضلعي ڪائونسل دادو جو اهو ڪارنامو قابل تحسين آهي ۽ سنڌ جي ٻين ضلعي ڪائونسلن واسطي مثال آهي تہ هو بہ پنهنجي پنهنجي حد اندر تاريخي اهميت جي جاين بابت سيمينار ۽ ڪانفرنسون ڪوٺائي سنڌ ۾ علمي زندگيءَ کي تقويت پهچائي پنهنجو نالو روشن ڪري سگهن ٿيون. اِها ڳالهہ ان ڪري بہ ضروري آهي تہ جو انگريزن جي زماني کان پوءِ آثار قديمہ کاتي اڳوڻن تهذيبي مرڪزن متعلق سنڌ ۾ ٿوٺو ڪو نہ ٻاريو آهي. "پنڀور" کي "ديبل" بنائڻ واري سندن ڪوشش بہ اچا تائين تہ عام تسليمي حاصل ڪري ڪانہ سگهي آهي ۽ نہ وري ڪوتڏيجيءَ تي ڪنهن بہ غير ملڪي سياح کي ويندو ڏسجي ٿو. ٻيو تہ ٺهيو پر تمام رواجي ڳالهين ۾ بہ آثار قديمہ کاتي عجيب بيڏياني ڏيکاري آهي. حيدرآباد ۾ پنج سال اڳ سنڌجي مايہ ناز عالم مولانا غلام محمد گراميءَ کي سندس علمي خدمتن جي اعتراف طور ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي قبي جي ٻاهران ٿلهي تي دفن ڪيو ويو. مون آثار قديمہ کاتي جي ڊائريڪٽر کي گذارش ڪئي تہ سنڌ جي هن عالم لاءِ ٻيو ڪجهہ نہ تہ سادي سودي، دستوري پڪي قبر ٺڏائي وجي. موصوف مهرباني ڪري حيدرآباد جي ماتحت عملدارن ڏانهن حڪم موڪليو ۽ مون کي بہ اهڙي خوشخبري ڏني، پر ٽي سال گذري ويا آهن تہ گرامي صاحب جي قبر ڪا نہ ٺهي! جڏهن بہ حيدرآباد جي آثار قديمہ وارن کي يادگيري ڏيارجي ٿي تہ دم دلاسو ڏيو ڇڏين[1].

---

←مون ان اثاثي کي محفوظ ڪرڻ لاءِ فوراً پريس حوالي ڪيو ۽ سُٽت ئي "مهراڻ رسالي جو خاص شمارو "رني ڪوٽ نمبر" جي نالي سان شايع ڪيم تہ ٻيئي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ دعائون ڏنائون [ن.ا.ش]

[1] هاڻي هيءَ قبر 'پختہ' حالت ۾ آهي.

مسلمان پنهنجن مشاهيرن جي مقبرن ۽ مسجدن جو خاص خيال رکندا آهن. خبر ناهي تہ اسان اهڙا سخت دل ڇو آهيون!

ان قسم جو هيو منظر مڪليءَ تي نظر آيو. گذريل مئي مهيني ۾ پاڪستان جي ڪند ڪڙڇ مان آيل عالمن ۽ اديبن جي وفدن کي مرڪزي وزارت تعليم طرفان حيدرآباد ۾ ڪوتايل نئشنل بوڪ سيمينار پورو ڪرڻ بعد، مڪليءَ تي سنڌ جي مسلم مشاهيرن جا يادگار ڏيکارڻ لاءِ وٺي ويس. آثار قديمہ جو ڪيوريٽر شرافت الله کين زيارتون ڪرائيندو وڃي ڄام نظام الدين ۽ دُولهہ دريا خان جي مقبرن تي بيٺو ۽ فخر سان ٻڌايائين تہ "هي آهن سنڌ جي تاريخ جا سورهيہ، جن جهڙا خدا ترس ۽ انصاف پرور حاڪم سنڌ وري پيدا ڪو نہ ڪيا". مهمان اهو ڏسي وائڙا ٿي ويا تہ جن مشاهيرن جي ايڏي ساراهہ ٿي رهي هئي، اُنهن جا مقبرا فقط ويرانيءَ ۽ ڪسمپرسيءَ ۾ پنهنجي مثال هئا! ڄام نظام الدين جي مقبري مٿان قبي واري ڇت ڪِرڻ ڪري هاڻي جيڪا سيمينٽ سان قبر ٻڌي ويئي آهي، اُها نہ ڏسجي تہ چڱو! دولهہ دريا خان جي قبر مان واري پٽي ڇٽي ۽ سِرون پيون لُڏن. مون ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ اُنهن ٻنهي مشاهيرن جي قبرن جي ڪنڊ پاسي سان ڪٿي ڪو دونهين جو داغ ڳوليان تہ عالمن کي ٻڌايان تہ اسان سنڌ جا فرض شناس ماڻهو پنهنجن وڏڙن ۽ خاص ڪري مشاهيرن جي مقبرن تي چراغ روشن رکندا آهيون. پر نہ رڳو اُن جستجو ۾ ناڪامي ٿي، ليڪن اوسي پاسي، ڪو ڪبڙ جو ٻوٽو ڪو ڪنجيءَ جو سُڪل ٽڙ بہ نظر ڪونہ آيو جو ڪنهن اڳوڻيءَ رونق، ساوڪ ۽ سبزه جو ثبوت هجي! چوطرف واري وسي رهي هئي! ٻين عالمن ۽ اديبن کي خبر ناهي تہ دريا خان جي ڪتبي تي ڪهڙي عبارت نظر آئي، مان سُڄ، سناٽي ۽ ويراني ۾ فقط هي اکر پڙهي سگهيس:

بر مزار ما غریباں نے چراغ و نے گلے

نے پر پروانہ سوزد نے صدائے بلبلے!

نئي ضلعي جي ڪائونسل ۽ اُن جو فرض شناس چيئرمن محترم محمد موسيٰ چانڊيو جيڪڏهن ڪرم فرمائي ڄام نظام الدين ۽ دولهه دريا خان جي مقبرن تي ساوڪ ۽ وڻراهه جو انتظام ڪرائي ته اها آثار قديمه جي اختيارن ۾ حددخلي ڪانه ٿيندي، ۽ الله پاڪ کيس ان ڳالهه جو پنهي جهانن ۾ اجر ڏيندو.

مڪليءَ جي مقبرن کي سنڌ جي تاريخي عمارت سازيءَ جا روشن نشان ڪوٺيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته اسلام کان اڳ واري سنڌ جي عمارت سازيءَ جا يادگار( موهن جي دڙي جي کنڊرن کان سواءِ) موجود ڪونهن. اروڙ ۽ برهمڻ آباد ۾ اسلام کان اڳ واري دور جو ڪو به يادگار ڪونهي. پيو ته ٺهيو پر خود عرب دور جي گاديءَ واري هنڌ منصوره ۽ محفوظ جا به ڪي يادگار ڪونهن. چيو وڃي ٿو ته اُتي عمارتن ۾ اهڙو مال استعمال ڪيو ويو هو جنهن جي عمر ڪا نه هئي. مثلاً منصوري جي جامع مسجد لاءِ دليل آهي ته اُن جا ٿنيا ساڳ جي ڪاٺ جا هئا. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته اوائلي اسلامي دور ۾ سادگيءَ تي زور هو. خود مسجد نبوي ڪچن ڪکن، کجيءَ جي ڦرهن ۽ پٿرن مان اڏيل هئي.

اسلامي فن عمارت سازي بابت تبصرو ڪندي مارٽيمر ويلر پنهنجي ڪتاب "پاڪستان جا پنج هزار سال" ۾ چيو آهي: "عمارت سازيءَ جي فن ۾ ٽي مکيه اصول ڪارفرما ٿين ٿا: اڏاوت جو مقصد، آسپاس جون حالتون ۽ اڏاوت ڪندڙ ڪاريگرن جو ڪمال."

اسلامي فنِ تعمير جو مکيه مقصد هو اهڙي عبادتگاهه تعمير ڪرڻ، جنهن ۾ مڪي شريف ڏانهن قبلي جي رخ جي نشاندهي ڪندڙ محراب هجي ۽ عبادت لاءِ وڏو هال ۽ کُليل اڱڻ هجي. ٻيو مقصد هو رهائش لاءِ حُجرا اڏڻ يا ڪنهن فوتيءَ جي ياد ۾ قبو اڏڻ. اِنهن ٻنهي بنيادي عومل تي اسلامي فن تعمير جي اوسر ٿي ۽ مقامي ڪلچر ظاهر ٿيو. انين صديءَ جي عرب فاتحن اِهي رجحان ڪيتري قدر سنڌ ۽ هند ۾ رائج ڪيا، سو چئي نٿو سگهجي ڇو ته اُن دور جون يادگار عمارتون

اڄ موجود ڪونهن. پر عيسوي سنہ هڪ هزار ۾ ايران ۽ افغانستان مان مسلمانن جون لهرن پٺيان لهرون سنڌ ۽ موجوده پاڪستان واريءَ ايراضيءَ ۾ آيون هيون، جن پاڻ سان فنِ تعمير جا اصول ۽ سينگار جا نقش و نگار آندا، جي سنڌ ۽ پاڪستان جي موجوده مسلم فنِ تعمير تي، مقامي روايت ۽ ذوق سان گڏجي، اثر انداز ٿيا. انهيءَ طرز تعمير جو سنڌ ۾ ڪلاسيڪي مثال ٺٽي واري "شاهجهاني مسجد" ۽ "دابگير مسجد" آهن.

سنڌ جي تعمير جي فن کي پڻ سنڌ جي تاريخ وانگر پنهنجي سڃاڻپ آهي. سنڌ جي تعميراتي فن تي اِهي ٻيئي حقيقتون اثر انداز رهيون آهن تہ سنڌ برصغير جي ڇيڙي تي واقع هئي ۽ ٻيو تہ ايران سان اُن جو قريبي تعلق هو. اهو تعلق ڪاشيءَ جي ڪم مان ظاهر آهي، جنهن سنڌ کي گهڻي شهرت ڏني آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين سنڌ جي نيڪناميءَ جو باعث آهي. ٺٽي جون عمارتون ايراني اثرات جو چٽو پٽو مظهر آهن. "دابگير مسجد" توڙي "شاهجهاني مسجد" ۾ بيٺل ماڻهو ائين محسوس ڪندو تہ مان ڪنهن ايراني مسجد ۾ بيٺو آهيان. "شاهجهاني مسجد" ۾ ايراني ڪاشيءَ جو جيڪو ڪمال نظر ايندو اُهو برصغير ۾ ٻئي هنڌ مشڪل ملندو.

مڪليءَ تي پٿرن جي عمارتن ۾ ڄام نظام الدين جي مقبري لاءِ سر مارٽيمر ويلر جو رايو آهي تہ ان ۾ هندو عمارتن جا تراشيل پٿر ڪم آندا ويا هئا. پر تازه ترين تحقيق ان ڳالهہ کي غلط ثابت ڪيو آهي. البت اهو صحيح آهي تہ پٿر تي اُڪر جو ڪم پڻ ڪاشيءَ جي نقالي آهي. مڪليءَ جي مڙني مقبرن ۾ سڀ کان خوبصورت مقبرو غالباً ميرزا عيسيٰ خان ترخان جو آهي.

مجموعي طور ماهرن جو رايو آهي تہ سنڌ ۾ عمارت سازيءَ جي فن جا نمونا مڪليءَ تي آڏيل مقبرا آهن ۽ اُهي ان حقيقت جا آئينہ دار آهن تہ مقامي روايت، ٻاهران آندل اثرات سان مدغم ٿي آهي. ٻين

لفظن ۾ ائين چئجي تہ مڪليءَ ۾ عمارت سازيءَ جو فن اِن ڳالهہ جي عڪاسي ڪري ٿو تہ حڪمران ڌريون بنيادي طرح سنڌي هيون پر ايراني ڪلچر ۽ تصورات کان متاثر هيون.

سنڌ ۾ ايراني اثر فقط تعمير جي فن کي متاثر ڪونہ ڪيو پر اڄ اسان جي روز مره جي زندگيءَ جو اهڙو ڪو خانو خالي ڪونہ بچيو هوندو، جتي ٿورو گهڻو ايراني ڪلچر جو عڪس پيو هوندو. ڏهاڪو کن سال اڳ حيدرآباد ۾ ايراني ثقافتي مرڪز ۾ منهنجو بيشتر اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. اُتي مان بعضي ائين محسوس ڪندو هوس تہ اسان کي اسلام جو مذهب عربستان مان مليو پر مسلم ڪلچر سينٽرل ايشيا ۽ ايران مان. اڄ اسان جي لباس ۽ کاڌي پيتي ۾، نشست برخواست ۾، زبان ۾، شعر و شاعري ۽ ادب ۾، تصوف ۾، ائين چئجي تہ هر هنڌ ”ايراني ڪلچر“ جي ڪا نہ ڪا ٿوري گهڻي جهلڪ ضرور نظر اچي ٿي. بيگم ممتاز راشديءَ مون کي هڪ دفعي ٻڌايو تہ سنڌي سلوار ”ڪشان لوڪن“ جو يادگار آهي. تهران ۾ پروفيسر قاضي نبي بخش اسان کي پنهنجي گهر چانهہ جي دعوت ڏني. ايڊريس ڏيڻ مهل چيائين تہ جنهن محلي ۾ منهنجو گهر آهي، اُن کي ”ونڪ“ ڪوٺيندا آهن. پوءِ کلي چيائين ”ونڪ“ ياد نہ بيهي تہ ”وٽڪار“ ياد بيهندو. ساڳيو لفظ آهي، هتي ”ونڪ“، سنڌ ۾ ”وٽڪ“. پر سنڌ ۽ ايران ۾ ثقافتي وهڪرو رڳو هڪ رخ ۾ ڪونہ وهيو آهي. سنڌ ورتو آهي تہ دنيا کي ڏنو بہ گهڻو ئي آهي. ايران ۾ مون کي ٻڌايائون تہ مشهد مقدس ۾ قلمي ڪتابن جا جيڪي نادر نسخا رکيل آهن تن ۾ سڀ کان خوبصورت نسخو هڪ قرآن پاڪ آهي، جو سنڌ جي ميرن موڪليو هو.

[27_ نومبر 1981ع]

●

# سنڌي ساهت ۽ سنڌي عورت

ساهت يعني ادب يا لٽريچر کي وڏن ماڻهن جي وندر ۽ وِرونهن سمجهڻ وارو پراڻو تصور هاڻوڪي دور ۾ مُدي خارج ڳالهہ آهي. ساهت بابت عيسوي اڻويهينءَ صديءَ وارو نظريو تہ ”لکندڙ يا اديب کي فوٽوگرافر وانگر پنهنجي آسپاس جي ماحول جي هوبهو تصوير ڪڍڻي آهي، پرڻ هاڻي وقعت وڃائي ويٺو آهي.“

جديد دور ۾ اها ڳالهہ هڪ مسلمہ حقيقت ڪري قبول ڪئي ويئي آهي تہ ”قلم ترار کان وڌيڪ تيز آهي ۽ خيال حڪومتن کان وڌيڪ پائدار آهن.“

سنڌي معاشرو اڃان تائين جاگيرداريءَ واري دور ۾ داخل آهي. هزارين بلڪ لکين انسان زندگيءَ جي سيني سهوليتن ۽ آسائشن کان محروم آهن ۽ سنڌ جي ڳوٺن ۾ جنسي جاندارن جي سطح تي زندگي گذاري رهيا آهن! اهڙي استحصال واري معاشري ۾ سنڌي اديب ۽ لکندڙ کي پنهنجي ماحول جي اصلاح ۽ مظلومن جي حمايت لاءِ پنهنجو قلم، اُنهيءَ اخلاقي جرائت سان استعمال ڪرڻو آهي، جنهن جي معيار کي بيان ڪندي، پيغمبر اسلام فرمايو هو تہ ”عالم جي مس شهيد جي رت کان وڌيڪ اهم آهي.“

سنڌي معاشري ۾ مظلومن جي فهرست تہ تمام طويل آهي، پر منهنجي خيال موجب اُنهن مڙني مظلومن ۾ سڀ کان وڌيڪ ڳوڙهن پيريل اڪيون ”سنڌي عورت“ جون آهن.

مرد جي برتريءَ واري ماحول ۾ هوندي به، هر هنڌ، عورت کي مرد جي خواهشن پورين ڪرڻ جو ذريعو سمجهيو ويندو آهي. شاهه ايران کي جڏهن ثريا اسفندياريءَ مان پٽ پيدا ڪونه ٿيو تڏهن کيس رڳو ان ڪري پاڻ کان جدا ڪري ڇڏيائين جو هوءَ سندس خواهش موجب ايران جي تخت ۽ تاج لاءِ وارث پيدا ڪري ڪانه سگهي هئي. (ڄڻ ته پار ڄڻڻ يا نه ڄڻڻ ثريا جي اختيار جي ڳالهه هئي). پر جڏهن هڪ ڏينهن شاهه وٽ اُهو تخت ۽ تاج ئي ڪونه رهيو ۽ غريب الوطنيءَ دوران هن هيڏي وسيع ۽ عريض ڌرتيءَ تي ماڻهين کيس ڪو آجهي ڏيڻ وارو به ڪونه بچيو تڏهن ساڳيءَ ثريا کيس چوائي موڪليو: "مصر ۾ منهنجي گهر جا دروازا تولاءِ سدائين کُليل آهن."

انگلستان ۾ مرد جي برتريءَ جي تصور کي ختم ڪري، عورت کي به نسبتاً مساوي حق مليا آهن، ته کيس اوترو ئي عزت وارو مقام به نصيب ٿيو آهي. ايڊورڊ اٺين کي جڏهن پنهنجي خاندان وٽان هڪ مطلقه عورت سمپسن سان نڪاح ڪرڻ جي اجازت ڪانه ملي، تڏهن هُن تخت ۽ تاج کي تڏي ڇڏيو.

سنڌي معاشري ۾ "عورت" جو مقام لڳ ڀڳ اڄ به اُهو ئي آهي، جيڪو صدين کان قائم آهي:

**سِرجي تان سُور، سامائي تان سُک ويا.**

سنڌ ۾ عورتن جي خريد-فروخت جانورن، مينهن، رڍن ۽ ٻڪرين وانگر ٿيندي هئي ۽ هاڻي به ٿيندي رهي ٿي. نه رڳو ايترو پر ڪن ڪن ايراضين ۾، جڏهن ڪنهن مرد کي پنهنجي مخالف سان پلئه ڪرڻو هوندو آهي، تڏهن اُن جو آسان طريقو اِهو هوندو آهي ته هو پنهنجيءَ ماءُ، ڀيڻ، زال يا ڌيءَ جي سِسي ڪهاڙيءَ سان ڪپي، پنهنجي

مخالف تي الزام رکندو آهي تہ هو "ڪارو" آهي ۽ واجب القتل.

سنڌ جي انگريز فاتح، سرچارلس نيپئر، سنڌ جي تڏهوڪن حاڪمن سان ڏاڍائي ڪري جيڪي بہ سياسي معاهدا ۽ عهدناما ٽوڙيا ۽ سندن حرمسراءِ ۾ ڦرلٽ ڪئي سي سڀ وارداتون ڏکوئيندڙ آهن، پر هڪ خير جو ڪم بہ ڪيائين. سو هيءُ تہ سنڌ جي فتح ڪرڻ کان پوءِ جيڪي پهريان پهريان فرمان جاري ڪيائين تن ۾ هڪ اهو بہ هو تہ:

"اي سنڌ جا باشندؤ! اوهان جنهن بيدرديءَ سان پنهنجين عورتن کي قتل ڪريو ٿا، اُن جو ڪٿي بہ مثال ڪونهي. اوهان پنهنجين عورتن تي رڍن ۽ ٻڪرين جيترو بہ ترس نٿا ڪريو! جيڪڏهن اڄ کان پوءِ اوهان مان ڪنهن سنڌي عورت تي هٿ کنيو آهي تہ مان اُهو هٿ ڪپي ڇڏيندس!"

نيپئر جو سچو فرمان مون کي ياد نہ آهي، پر پڙهڻ وٽان آهي. گهڻا سال اڳ مون SIND IN FORTIES ڪتاب ۾ پڙهيو هو. نيپئر جي اِنهن اکرن ۾ اسان کي اٺويهين صديءَ جي سنڌي معاشري ۾ سنڌي عورت جي مظلومانہ حيثيت معلوم ٿئي ٿي. اُن کان سؤ سال پوءِ، هاڻي بہ فقط گذريل ڏهن ٻارهن سالن ۾ سنڌي اخبارن ۾ عورتن جي قتل جا واقعا گڏ ڪبا، تہ چڱو خاصو ڪتاب ٺهي پوندو، جنهن جي پڙهڻ سان لونءَ لونءَ ڪانڊارجي ويندي.

اسان پنهنجي معاشري ۾ عورت کي دٻائي ۽ هيسائي ذهني طرح اهڙو تہ مفلوج ڪري ڇڏيو آهي، جو هوءَ ويچاري اهو تصور بہ ڪانہ ٿي ڪري سگهي تہ پاڻ بہ مرد وانگر انسانن جهڙو انسان آهي ۽ زندگيءَ جي آسائش ۽ نعمت تي حق رکي ٿي. آسائشون ۽ نعمتون تہ درڪنار سنڌ جي عام تصور موجب عورت کي تعليم ۽ علاج جو بہ حق

ڪونهي. منهنجو ڀهراڙيءَ جي هڪ اسڪول ۾ وڃڻ ٿيو. ماستر صاحب ڪو اهل دل ماڻهو هو. بيت ٺاهي، اسڪول جي ٻاهران، پٽ تي هر ايندڙ ويندڙ جي توجهه لاءِ تنگي چڙهيو هئائين:

**نياڻيون به آهين نيڻن جا تارا،**

**ڪريو ڪين بي علم تن کي خدارا.**

سنڌ ۾ عورتن کي تعليم ڪيتري قدر ميسر آهي، اهو صحيح نموني ۾ تڏهن معلوم ٿي سگهندو جڏهن درست انگ اکر ميسر هجن. مثلاً سنڌ جي آباديءَ ۾ عورتن جو حصو ۽ انهن ۾ پرائمري، هاءِ اسڪول ۽ ڪاليجن ۾ پڙهيل عورتن جو سيڪڙو. ساهت جو وڏو مدار تعليم تي آهي. پر پنهنجيءَ جاءِ تي اها ڳالهه به دلچسپ آهي ته "سنڌي عورت ۽ ساهت" جي معاملي ۾ اڄ به ان سوچ کي اهميت حاصل آهي ته پٽاٽن جون مزيدار چاپون ڪيئن ترجن ۽ قيمي جون ٽڪيون ڪيئن ٺاهجن.

مان ته اها ڳالهه سمجهي نٿو سگهان ته اهو معاشرو ۽ اها سوسائٽي ڪيئن ترقي ڪري سگهندي، جيڪا عورت کي غلام سمجهي ٿي ۽ جنهن جا گهر ويهين صديءَ ۾ ايام جاهليت جون سڪون لاهين ٿا.

"ساهت سال ڪانفرنس" جو ذڪر ڪندي برادرم اياز حسين قادري مون کي خوشيءَ سان ٻڌايو ته "سنڌي مشاعري ۾ پهريون دفعو اٺ شاعرائون حصو وٺي رهيون آهن." ساڳيءَ طرح عزيزم ناشاد ڳالهين ڪندي فخر سان چيو ته "هن وقت اسان وٽ سنڌي ادب ۾ بلند معيار وارين لکندڙ خواتين جو تعداد پنجاهه کان مٿي آهي!". منهنجي دعا آهي ته الله ڪري جو اُهي پنجاهه وڌي پنجاهه هزار ٿين. هر خاندان ۾

لکندڙ خاتون پيدا ٿئي. سوين بيگم زينت چنہ ۽ ثميره زرين جهڙيون باوقار اهلِ قلم پيدا ٿين. پر هڪ ڳالهہ پوءِ بہ ياد رکڻ گهرجي تہ سنڌ جي مظلوم عورتن جي حق ۽ حمايت ۾ سوچڻ ۽ لکڻ جو فرض فقط آپا شمس عباسي، حميده کهڙو ممتاز راشدي، دُرشهوار سيد، زرينہ بلوچ، خيرالنساءَ جعفري، ليليٰ بانا، مهتاب چنا، ماهتاب محبوب، قمر واحد، بيگم خديجہ خانم، رشيده حجاب، نورالهديٰ شاهہ، تنوير جوڻيجو سحر امداد، رعنا شفيق صديقي، نسيم ٿيٻو زبيده قادري، شبنم موتي، سلطانہ وقاصي، ج.ع. منگهاڻي، نسرين جوڻيجو نيلوفر جويو نور شاهين، نذير ناز فهميده حسين، تهمينہ مُفتي، ممتاز ٻُٽو مريم مجيدي، اختر بلوچ، زبيده ميتلو فهميده بلوچ، ثريا سوز ڏيپلائي، ثريا مخدوم، عائشہ لالائي ۽ ثريا سنڌيءَ تي عائد ڪونہ ٿو ٿئي. سنڌ جي سمورن فرض شناس انسانن ـ مردن ۽ عورتن ـ کي حق جو ڪلمو چوڻو آهي.

افسوس آهي تہ سنڌ ۾ عورتن جي مظلومانہ حالت ڏانهن سنڌي لکندڙن ۽ دانشورن پورو توجهہ ڪونہ ڏنو آهي. عورتن جي حقن جي حمايت ۾ لکيل ساهت تقريباً ناپيد آهي. ساڳيءَ ريت عورتن جي تعليم لاءِ بہ جيئن آواز بلند ٿيڻ کپي، ائين اجا ڪونہ ٿيو آهي. پاڪستان کان اڳ سنڌي مسلمان عورتن جي حالت تہ هيڪاري قابل رحم هئي. ان دؤر کي خيال ۾ رکي مون کي ذاتي طرح سان سنڌ ۾ ڪن سڄاڻ ماڻهن لاءِ تمام وڏي عزت آهي. اُنهن نيڪ مردن سنڌي عورت جي ابتر حالت سڌارڻ لاءِ پنهنجيءَ پر ۾ پاڻ پتوڙيو هو. اُنهن ۾ سرفهرست شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جهڙيون بلند و بالا شخصيتون آهن. ٻيو هڪ قابل احترام شخص مسٽر محمد حسين پنهور آهي. سنڌ جي انهن عظيم فرزندن تقريرن ۽ تحريرن

وسيلي، سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ رهندڙ مسلمان عورتن جي حالت بهتر بنائڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي هئي. ساڳيءَ ريت خانبهادر محمد صديق ميمڻ پنهنجن بزرگن سائين جي. ايم. سيد، شمس العلماءَ ڊاڪٽر دائودپوٽي ۽ سائين ميران محمد شاهه جي مشوري ۽ مدد سان زناني تعليم کي هٿي ڏيڻ لاءِ حيدرآباد ۾ ”مدرسته البنات“ جو پايو وجهي، سنڌ ۾ عورتن جي حمايت ۾ چڻ هڪ ”تحريڪ اُياري“ هئي. اُن وقت جي هڪ طرحي مشاعري جي طرح مصرع هئي:

”علم مردن کي ملي، زالن ڪيو ڪهڙو گناهه!“

علامه آءِ آءِ قاضي پنهنجي مخصوص انداز ۾ مذهبي پيرايي ۾ سنڌ جي مسلمانن کي دل ۾ ڇهائيندڙ نموني ۾ اپيل ڪندي چيو هو:

”هندن ۾ علم کي هڪ خاص طبقي تائين محدود ڪيو ويو هو ۽ عورتن لاءِ علم حاصل ڪرڻ لازم ڪونه ٺهرايو ويو هو. پر اسلام هر هڪ مرد ۽ هر هڪ عورت لاءِ پينگهي کان وٺي قبر تائين علم کي لازم ڪيو آهي. چنانچه ارشاد ٿيو ”علم جي طلب مڙني مسلمان مردن ۽ عورتن تي فرض آهي.“

”ٻيا سڀ الهامي ڪتاب مرد کي مخاطب ٿي ڪري چيل آهن. مثلاً جتي به عورت لاءِ ڪو حڪم آهي ته لفظ آهن ته ”عورت کي چئو“، عورت کي ”هي ڪم ڪراءِ“ بعضي ته عورت کي صرف مرد جي ماتحت زندگي بسر ڪرڻي آهي.

پر قرآن شريف ۾ هر جڳهه صاف صاف عورت ۽ مرد کي مساوي نموني ۾ گڏوگڏ مخاطب ڪيو ويو آهي، مثلاً:

- مسلمين والمسلمات
- مومنون و المومنات

- قانتين و القانتات
- صادقين و الصادقات
- صابرين و صابرات
- خاشعين و الخاشعات
- مصديقين و المصدقات
- صائمين والصائمات

”هندو مذهب ۾ عبادت جا ڪي خاص حصا آهن، جن ۾ هندو عورت حصو وٺي نٿي سگهي، مثلاً ديوتائن کي هٿ نٿي لڳائي سگهي. مگر اسلام عورت کي مرد سان گڏ نماز ۽ حج جو حڪم ڏنو آهي.

”ايرانين عورت تي شديد سختي ڪئي، کين ”زن“ ڪوٺيائون، يعني ”مارِ“

ساڳيءَ ريت، انگريزن وٽ پهاڪو هو تہ ”عورت، اکڙوٽ ۽ ڪتي کي جيترو گهڻو ماربو اوترو زياده ڦل ڏيندا.“

عربن وٽ عورت لفظ جي معنيٰ هئي اوگهڙ. مگر قرآن شريف عورت لاءِ لفظ ڪم آندو ”صاحبہ“، يعني ساٿي، رفيق، جنهن سان خوشي ۽ غم ۾ حصيدار بنجڻ گهرجي.

سنڌي ڪلچر ۾ عورت کي پنهنجو وقت ضايع نہ ڪرڻ جي خاص ترغيب ڏني ويئي هئي. شاه لطيف ۽ خليفي گل محمد جي ڪلام مان معلوم ٿيندو تہ سنڌ جي ڳوٺن ۾ عورتن جي واندڪائيءَ جي وندر ”ڪتڻ“ هوندي هئي. هاڻي اها ڳالهہ يورپ جي فئشن ۾ شامل آهي ۽ اڪثر يوربي عورتن کي چوندي ٻڌبو آهي ”I am needling“.

اسلام عورتن کي اعليٰ درجو ڏنو مگر اسان مسلمانن کين شودر وارو درجو ڏنو ۽ پردي ۾ قيد ڪيو. پردو دراصل يونانين وٽ هو

جتان رومين وٽ آيو اُتان ايرانين نقل ڪيو. عربن ايرانين ۽ رومين تان نقل ڪيو.

جيئن چرين کي پاڳل خانن ۾ قيد ڪيو ويندو آهي، تيئن عورتن کي برقعي جي بي صورت، اونداهي ۽ متحرڪ حجري ۾ بند ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ خدا تعاليٰ قرآن شريف ۾ صاف صاف چيو آهي تہ "خدا صرف پاڻ تي ضابطو رکندڙ مردن ۽ عورتن کي پسند ڪري ٿو."

علامہ قاضي صاحب جي انهيءَ تقرير جو چڱو حصو مسٽر ايم. ايڇ. پنهور جي ڪتاب "مسلم عورت" جي آغاز ۾ ڏنل آهي، جيڪو انگريزن جي زماني ۾ ڇپيو هو. مسٽر محمد حسين اُن ڪتاب ۾ مختلف مذهبن ۾ عورت جي مقام ۽ تهذيبي حالت جو ذڪر ڪندي نهايت مؤثر نموني ۾ سنڌي معاشري ۾ "عورت جي مظلوميءَ" جو داستان بيان ڪيو آهي:

"سنڌ ۾ عورت جي شادي سچ پچ المناڪي ۽ لعنت آهي. مرد کي سَنَد ملي ٿي تہ عورت کي هر لمحي سزا ڏئي، سختي ڪري ۽ اُن تي ڦٽ و لعنت ڪري! نوانوي فيصد سنڌ جا مسلمان مرد اِن لاءِ شادي ڪندا آهن تہ پنهنجي شهواني خواهش پوري ڪن. هو عورت جي تندرستي ۽ حقن جو ڪو بہ خيال نٿا ڪن. ڪيس غلام رکيو ٿو وڃي. عورت جي غلامي قوم جو نادانستہ جرم آهي. عورت جو اهو گهٽ درجو قوم تي بدنما داغ ۽ عظيم ترين جرم آهي، جو قوم کي تباهہ و برباد ڪندو. عورتن کي اهو بہ پتو ناهي تہ اُنهن جا مردن تي بہ ڪي حق آهن. ڪين اهو پتو ناهي تہ اسان مردن جي برابر آهيون ۽

اسان جو ملڪيت تي ڪهڙو حق آهي. ڪين اهو پتو ناهي تہ مرد جيڪڏهن ظلم ڪري تہ ڇا ڪيو وڃي. ڪين اهو پتو نہ آهي تہ اسان بہ مردن کان طلاق حاصل ڪري سگهون ٿيون، پر خود پاڻ کي مردن جي تفريح جو سامان سمجهن ٿيون. عورت صبح کان شام تائين ڪم ڪري ٿي ۽ مرد صرف چند ڪلاڪ. ڀهراڙيءَ ۾ عورتن جي حالت تہ سچ پچ رحم جوڳي آهي. ڀهراڙيءَ ۾ ائين سمجهيو وڃي ٿو تہ عورت زن آهي ۽ زن معنيٰ مارِ، انڪري عورتن کي مارڻ ڇڙڻ مردن جو فرض ديني آهي.

"سنڌي مرد چوندا آهن تہ انگريزن ڀن ڏرين جو راڄ قائم ڪيو آهي: هڪ واڻين جو ۽ ٻيو عورتن جو. جاهلن کي معلوم نہ آهي تہ اهو حڪم انگريزن جو نہ بلڪ اسلام جو آهي. انگريزن بہ اسلام تان نقل ڪيو. اسلام سيني مذهب وارن سان ڇڱو رستو اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏئي ٿو ۽ عورتن کي مردن جهڙا حق ڏئي ٿو.

"اسان هندن وٽان اها ڳالهہ نقل ڪئي آهي تہ عورتون اڇوت آهن. سنڌي مسلمان مرد ڪڏهن بہ عورت سان گڏ طعام نٿو کائي، جيتوڻيڪ آنحضرت ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن مرد ۽ عورت گڏ طعام کائين ٿا تہ خدا انهن تي پنهنجي رحمت نازل ڪري ٿو. شريعت جي اِن حڪم جي انحرافي ڪرڻ اُنهن وٽ باعث فخر آهي. توهان کي اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ "عورت جڏهن کان توهان جي زال ٿي، اُن کان اڳ توهان جي ماءُ هئي." عورتون درحقيقت مرد کان اعليٰ آهن. مرد کان

زياده قربانيءَ جو مادو اٿن. خلافت هلچل وقت عورتن جا
قرباني ڪئي، سا ڪڏهن بہ وسارڻ جي ناهي. عورتن پنهنجا
زيور ۽ ملڪيت سڀ قربان ڪيا. انهن ڳالهين ڪري اسلام
عورت کي مرد کان اعليٰ درجو عطا ڪيو. دنيا جون چڱيون
شيون، مثلاً سون، چاندي ۽ ريشم عورت لاءِ مخصوص ڪيا
ويا، ۽ مردن کي اُنهن جي پائڻ کان منع ڪئي ويئي. خود قرآن
شريف ۾ جتي جتي مرد جو نالو آيو آهي، اُتي عورت جو نالو
بہ شامل آهي.
"تحقيق جو مرد خدا جي آڏو جهڪيو ۽ جا عورت خدا جي
آڏو جهڪي ۽ مرد جنهن ايمان آندو ۽ عورت جنهن ايمان
آندو ۽ مرد جي حڪم بجا آڻين ٿا ۽ عورتون جي حڪم بجا
آڻين ٿيون، ۽ مرد جي مخلص آهن ۽ عورتون جي مخلص
آهن، ۽ مرد جي صابر آهن ۽ عورتون جي صابر آهن، ۽ مرد
جي نهٺا آهن ۽ عورتون جي نهٺيون آهن، ۽ مرد جي خيرات
ڏين ٿا ۽ عورتون جي خيرات ڏين ٿيون، ۽ مرد جي روزا رکن ٿا
۽ عورتون جي روزا رکن ٿيون، ۽ مرد جيڪي حيادار آهن ۽
عورتون جيڪي حيادار آهن، ۽ مرد جيڪي الله کي ياد ڪن
ٿا ۽ عورتون جيڪي الله کي ياد ڪن ٿيون، اُنهن لاءِ الله وٽ
وڏو اجر آهي ۽ الله اُنهن کي بخشي ٿو." (قرآن).
"قرآن شريف مرد ۽ عورت کي هڪجهڙو درجو ڏنو آهي.
اسلام ساڳيو درجو ڏنو آهي. مگر اسان ٻين مذهبن جون
ڳالهيون نقل ڪري پنهنجي تهذيب ۽ ڪلچر کي خراب
ڪيو آهي. هن وقت اسان لاءِ صرف هڪ رستو آهي، تہ

عورتن کي سڌاري، پنهنجي وچايل تهذيب کي هٿ ڪريون.“

اڄ کان چاليهه پنجاهه ورهيه اڳ وارو زمانو خيال ۾ رکبو ته مٿئين قسم جو اظهار خيال عورتن جي حقن جي حمايت ۾ هڪ قسم جو ”جهاد“ نظر ايندو. افسوس اهو آهي ته ان وچ ۾ جيڪو اڌ صديءَ جو عرصو گذريو آهي، اُن ۾ سنڌي عورت ائين ئي مظلوم آهي، جيئن اڳ هئي! اُن گناهه ۾ سيني جا هٿ رڱيل آهن. خاص طرح اُنهن جا جيڪي باشعور آهن، جيڪي دانشور سڏائين ٿا، جيڪي صاحب قلم آهن. شيڪسپيئر جا لافاني لفظ رڳو مئڪبيٿ لاءِ ڪونه هئا:

”انهن هٿن تي رت جا داغ آهن، عربستان جا سمورا عطر انهن کي مِٽائي ڪونه سگهندا.“

”اسان امڙ جي پيرن هيٺان بهشت ته ڪونه ڳوليو پر ڪيس پنهنجن پيرن جي جُتي ته نه بنايون.“



## شهر۔ ڪلچر جو سرچشمو

شهر ڪلچر جو سرچشمو ٿئي ٿو. ٻهراڙيون ۽ ڳوٺ، شهري ڪلچر کان متاثر ٿين ٿا. سنڌيءَ ۾ اسان، عام طرح، تهذيب ۽ تمدن کي ڪلچر جي معنيٰ ۾ استعمال ڪندا آهيون.

تمدن، مدنيت، مدينو هڪٻئي سان لاڳاپيل لفظ آهن. مدينو معنيٰ شهر. مسٽر منظور نقويءَ جي سنڌيءَ ۾ لکيل هڪ ڪتاب جو نالو آهي "سنڌ جي مدنيت". ڪتاب ۾ سنڌي ڪلچر جو ذڪر آهي.

سنڌ جي اوائلي ۽ آڳاٽن شهرن مان ڪي هينئر اُجڙي ويا آهن ۽ ڪي اجا ساهه پساهه کڻي رهيا آهن. سنڌ جو تاريخ نويس آثار قديمه جي ماهرن جي مدد کان سواءِ هڪ وک به کڻي نٿو سگهي.

وچولي زماني جي يادگار شهرن ۾ هونئن ته گهٽائي ننڍا وڏا، پر حيدرآباد ۽ سکر، صحيح معنيٰ ۾، سنڌ جا وسندڙ ۽ گجندڙ شهر شمار ٿين ٿا. اُن دؤر جو هڪ خاص شهر، جو سئو ڏيڍ سئو سال اڳ جوڀن جو جلوو ڏيکاري پوئتي پئجي ويو سو آهي شڪارپور.

شڪارپور سنڌ جي اُنهن سونهارن شهرن مان آهي، جن جي خوشبوءِ سان سنڌي ڪلچر واسيل آهي. بلڪ ائين چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته سنڌ جي ڪلچر ۾ سيوهڻ جي ڪلچر، ٺٽي جي ڪلچر ۽ نصرپور جي ڪلچر وانگر شڪارپور جو به مخصوص ڪلچر آهي.

انگريزن جي آمد کان پوءِ شڪارپور جو زوال آيو ۽ سکر زور

ورتو. زماني جي ڪم ڪار سان جڏهن بہ منهنجو شڪارپور وڃڻ ٿيندو آهي تہ سنڌ جي گزيٽيئرن ۽ تاريخي ڪتابن ۾ شڪارپور جي اڳوڻي اوج ۽ اقبال جا پڙهيل داستان ياد ڪري، مغلن جي زوال بعد دهليءَ تي لکيل "شهر آشوب" ياد ايندا آهن:

دلی جو ایک شہر تھا، عالم میں انتخاب،
رہتے تھے منتخب جہاں روزگار کے،
اس کو فلک نے تاک کے ویران کردیا،
ہم رہنے والے ہیں اسی اُجڑے دیار کے۔

پر انگريزي دور حڪومت الادين جي چراغ وانگر جيڪو جادو ڏيکاريو سو هو ڪراچيءَ جو اُسرڻ.

ڪراچي مڇي مارينڌڙن جو هڪ ڳوٺڙو هو جنهن جي مٽي تي چارلس نيپئر هٿ رکيو ۽ دعا ڪيائين:

"اي ڪراچي! هڪ ڏينهن تون مشرق جي راڻي ٿينديندءَ!".

سنڌ تي انگريزن جي سئو سالن جي حڪمرانيءَ ڪراچيءَ جي ڪاياپلٽ ڪري ڇڏي، شهر ۾ اُهي بندر بازاريون، محل ماڙيون، باغ بوستان، رستا ۽ چونڪ ٺهي ويا، جيڪي سنڌ اڳي ڪڏهن ڪونہ ڏٺا هئا. پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ تہ شهر جي واڌاري جو ڪو ڇيهہ ئي ڪونہ رهيو آهي. هڪ طرف عربي سمنڊ جون ڇوليون آهن تہ ٻئي طرف ڪراچي شهر جون ڇوليون!

سنڌ سرڪار جي رورل ڪاتي جي شايع ڪيل هڪ انگريزي رسالي ۾ تازو ڪراچيءَ بابت هڪ جامع تاريخي مضمون شايع ٿيو آهي. سنڌي ڪلچر ۾ دلچسپي رکندڙ دوستن کي اِهو مضمون ضرور

پڙهڻ گهرجي. (شايد ڪراچيءَ بابت اِن کان بهتر تاريخي معلومات وارو مضمون اڳي ڇپيو ڪو نه شايع ڪونه ٿيو آهي.) پر سنڌ جي تاريخ جي طالب علمن لاءِ اصل اهم ڳالهه اِها آهي ته هو ڪراچيءَ جو اِن نقطہ نگاهہ کان مطالعو ڪن ته سنڌ جي متي ذڪر ڪيل اڳوڻن شهرن جي ڪلچر وانگر ڪراچيءَ جو ڪلچر سنڌ جي ڪلچر تي ڪيئن ۽ ڪيتريقدر اثر انداز ٿي رهيو آهي.

ڪراچيءَ جي صحيح آدمشماريءَ جا انگ اکر ته خبر ناهي ته ڪهڙا آهن. پر ان ڳالهہ کان انڪار ڪري ڪونه سگهبو ته گانڌي گارڊن جي پڃرن ۾ بند ٿيل شينهن جي اتفاقي گجگوڙ جو آواز هاڻي ڪراچي شهر جي گوڙ ۾ موٽرن جو هارن معلوم ٿيندو آهي.

نومبر جي پوئين ڏهاڪي ۾ ڪراچيءَ ۾ ٻه اهم ڪانفرنسون ٿيون: هڪ تعليمي ۽ ٻي ادبي. ٻنهي جو واسطو سنڌ جي ڪلچر سان هو. پهرين ڪانفرنس جو افتتاح 24 نومبر تي ٿيو ۽ ٻيءَ جو 26 نومبر تي.

پهرينءَ ڪانفرنس جو انتظام سنڌ جي تعليمي سيڪريٽري مسٽر علي ڏني پنهور ۽ سندس رفيقن ڪيو ۽ ٻيءَ جو انتظام پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهہ ۽ سندس رفيقن ڪيو. ٻيئي ڪانفرنسون، بامعنيٰ، بامقصد ۽ نهايت پرورقار ۽ هر طرح شاندار رهيون.

پهرينءَ ڪانفرنس جو افتتاح سنڌ جي گورنر ليفٽيننٽ جنرل ايس.ايم.عباسيءَ ڪيو ۽ ٻيءَ جو وزير داخلہ حڪومت پاڪستان جناب محمود هارون.

پهرينءَ ڪانفرنس ۾ گورنر سنڌ تعليمدانن ۽ دانشورن کي خطاب ڪندي، ٻن ڳالهين تي خاص طرح سان زور ڏنو:-

1. دانشور، تعليمدان، علماءَ، عالم ۽ نفسيات جا ماهر قومي ڪردار

جي تشخص ڏانهن توجهہ ڏين.

2. اسان هڪ اهڙيءَ دنيا ۾ اهڙي دؤر ۾ آهيون، جتي زندگيءَ جي شاهراهہ تي ٻين قومن سان هر قدم تي چٽاڀيٽي آهي. اسان کي پنهنجي تعليمي نظام کي اهڙو مثبت ۽ مؤثر بنائڻو آهي، جو هن چٽاڀيٽيءَ جي دؤر ۾ ڪامياب زندگي گذاري سگهون.

موصوف ٻڌايو تہ پاڪستان جي اٺ ڪروڙ ٽيهتر لک باشندن مان پنج ڪروڙ ڇاونجاهہ لک ڇٽا ايڪيهن ورهين جي ڳمار اندر آهن. جنهن مان اندازو ٿيندو تہ ڪيتري ڪثير تعداد جي ٻارن ۽ نوجوانن لاءِ تعليم جو انتظام ڪرڻو آهي، ڇو تہ هن دؤر ۾ ”تعليم انسان جو پيدائشي حق آهي.“

موصوف شاگردن، استادن، تعليمي ادارن، نصاب، درسي ڪتابن، تعليمي ضرورتن ۽ ملڪي وسيلن ۽ ماحول جو مفصل ۽ مؤثر نموني ۾ ذڪر ڪندي چيو تہ مان صوبي جو انتظامي سربراهہ تہ آهيان، پر ٽن ٻارن جو پيءُ بہ آهيان. جيڪڏهن مون کي پنهنجي اولاد جي تعليم جو اونو آهي تہ ٻين والدين کي بہ پنهنجن ٻچن جي تعليم جو انتظار هوندو.

سنڌ جي گورنر جي تقرير ٻڌڻ وٽان ۽ توجهہ طلب هئي. غير رسمي ۽ موثر هئي. عام طرح ڇپيل رسمي تقرير ڪانہ هئي. ڪانفرنس ۾ صوبي جا ممتاز تعليمي ماهر هئا. مون گهڻن کي افتتاح جي ڪاروائيءَ بعد شامياني ۾ چانهہ پيئڻ وقت تقرير کي پسند ڪندي ٻڌو. جيڪڏهن سنڌن سفارشن سان گڏ (يا الڳ)، گورنر سنڌ جي اها تقرير ڇپائي، تعليمي ۽ علمي ادارن ۾ تقسيم ڪئي وڃي تہ تمام عمدي ڳالهہ ٿيندي. اهو انڪري بہ ضروري آهي جو اُن تقرير جو مڪمل متن اڃا تائين تہ ڪنهن بہ اخبار ۾ شايع ڪونہ ٿيو آهي.

افتتاحي اجلاس ۾ اهو معلوم ٿيو تہ تعليمي ڪانفرنس سنڌ صلاحڪار ڪائونسل ۾ آيل ڪنهن گهُر يا تجويز جي نتيجي طور منعقد ڪئي ويئي هئي.

ٻئي طرف ادبي ڪانفرنس "سنڌي ساهت سال" جي پڄاڻيءَ تي ساليانې وڏي اجتماع جي نموني ڪوٺائي ويئي هئي. ڪانفرنس ۾ ٻڌايو ويو تہ ساهت سال جي تجويز ۽ تحريڪ مسٽر خان محمد پنهور ڏني ۽ هلائي هئي.

ڪانفرنس ڪراچيءَ جي رنگبرنگي شهر ۾ في الحال تہ ڄڻ هڪ نئون رنگ آڻي ڇڏيو. ڪتاب، قلمي مخطوطا، راڳ ۽ مشاعرو اُن رنگ جا مکيہ انگ هئا. پر اُن کان بہ اهم ڳالهہ هئي سنڌ جي ايترن سارن پڙهيل ماڻهن، تعليمدانن ۽ دانشورن جو گڏ ٿيڻ. غلام مصطفيٰ شاهہ صاحب هڪ سنڌي سالڪ جي اصول تي عمل ڪري ڏيکاريو:

**محبتي ميڙيہ، ڳوٺ ٻڌجي هيڪڙو**

**تنين جي ويڙهي، پاڻهي ايندو پاتشاهہ**

جناب محمود هارون افتتاحي تقرير ڪندي سنڌ کي سڪ سان دعائون ڏنيون ۽ اديبن، دانشورن، مؤرخن، تعليمدانن ۽ آثار قديمہ جي ماهرن کي سنڌ جي ادبي ۽ ثقافتي ورثي تي ڪم ڪرڻ لاءِ اپيل ڪئي.

جناب محمود هارون جي تقرير جو وڏو حصو اخبارن ۾ شايع ٿي چڪو آهي. تاهم موصوف جي تقرير جا ڪي خاص ٽڪرا توجهہ طلب آهن.

سنڌي ٻوليءَ جو ذڪر ڪندي جناب محمود هارون چيو:

"سنڌي ٻولي تمام آڳاٽي ۽ جهوني ٻولي آهي ۽ ترقي يافتہ ٻولين وانگر سمورين لساني خوبين سان مڪمل طرح سان مالامال آهي.

"سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جا سمورا پهلو اڃان تائين اسان جي اڳيان اچي نہ سگهيا آهن، اُن لاءِ نهايت گهڻي تحقيق جي ضرورت آهي. موهن جي دڙي جي اصلي لپي اڃان تائين نہ پڙهي ويئي آهي ۽ نہ وري تاريخدان يا آثار قديمہ جا ماهر اڃان تائين ديبل بندر جي جاگرافيائي حيثيت تي يڪراءِ ٿي سگهيا آهن.

"اهي تاريخي ۽ لساني حقيقتون جڏهن صحيح شڪل ۾ اسان جي آڏو اينديون، تڏهن اسان جي سنڌ سونهاري ۽ اُن جي تاريخ ۽ ٻوليءَ تي وڌيڪ روشني پئجي سگهندي، ۽ اسان جا نوان نسل پنهنجي شاندار ماضيءَ کان پوريءَ طرح واقف ٿي سگهندا."

سنڌ جي علمي روايت جو ذڪر ڪندي موصوف چيو:

"سنڌ جي بزرگن علم ۽ فن جي ميدانن ۾ جيڪي شاندار ڪارناما سرانجام ڏنا آهن، سي سموري انسانذات جي رهبريءَ لاءِ هڪ مڪمل سبق جي حيثيت رکن ٿا. سنڌ عربن جي دؤر کان وٺي عالمن ۽ بزرگن جو مرڪز رهيو آهي. شام، عراق، عربستان ۽ ٻين ملڪن مان ڪيترائي عالم ۽ صوفي بزرگ هتي آيا ۽ هن علائقي کي پنهنجي ديني علم سان مالامال ڪيو آهي. هتانئن سنڌ مان بہ ڪيترائي وڏا بزرگ ۽ عالم ايران ۽ عرب دنيا ۾ پهتا ۽ اُنهن اُتي فارسي ۽ عربي ٻولين ۾ جيڪي خدمتون سرانجام ڏنيون، سي بہ جڳ مشهور آهن. ٺٽي ۽ بکر جا ڪيترائي عالم نہ صرف ٻي عرب دنيا ۾ بلڪ عين عربستان ۾ مذهبي ۽ ديني خدمتون سرانجام ڏيندا رهيا آهن، بلڪ سنڌي عالمن جون ڪيتريون ئي تصنيفون اڄ بہ مصر جي الازهر

يونيورسٽيءَ جي نصاب ۾ شامل آهن. دنيا ۾ سڀني کان اڳ جيڪو پهريون اسلامي ڪتاب تيار ٿيو سو حديث جو مجموعو سنڌ ۾ ئي تيار ٿيو. قرآن شريف جو پهريون ترجمو سڀ کان اڳ سنڌي ٻوليءَ ۾ ئي ٿيو. اُنهيءَ کان سواءِ سنڌي عالمن ڪيترائي ڪتاب عربي ۽ فارسيءَ ۾ لکيا آهن. اُنهن مان گهڻا اڃا تائين ڇپجي نہ سگهيا آهن. ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ اُهي نسخا ڳولي هڪ هنڌ گڏ ڪري نہ صرف ترتيبوار شايع ڪرڻ گهرجن، پر اُنهن جا سنڌي ترجما بہ ڇاپڻ گهرجن. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سموري دنيا ۽ "عالم جي آبادي" لاءِ جيڪو پيغام ڏنو آهي، تنهن تي اسان سڀني کي فخر آهي. شاهہ صاحب نہ فقط سنڌ لاءِ پر سموري عالم جي خوشحاليءَ جي دعا ڪئي آهي."

ڪنهن بہ بااختيار ۽ بااثر شخصيت کان، ڪنهن بہ آثار قديم يا ڪنهن علمي ڪارنامي جي تعريف ٻڌڻ خصوصاً اُنهن لاءِ جيڪي پاڻ کي اُن جا ثقافتي وارث سمجهن ٿا، خوشيءَ ۽ فخر جي ڳالهہ هوندي آهي. جناب محمود هارون جي تقرير بہ ڪانفرنس ۾ نهايت خوشگوار ماحول پيدا ڪري ڇڏيو.

ڪانفرنس جي ڪاروائي بہ ڏينهن جاري رهي ۽ اُن جي اجلاسن ۾ صبح شام دلچسپ ادبي مذاڪرا ٿيندا رهيا، جن ۾ اچڻ جي عام دعوت هئي. جيڪڏهن ڪراچيءَ جون ٻيون اخبارون بہ سنڌي اخبارن وانگر ڪانفرنس جي ڪاروائيءَ کي چاهہ ۽ تفصيل سان ڇاپين ها تہ شايد ڪراچيءَ جي اڃا بہ گهڻن باشندن کي سنڌ جي اُن قابل فخر ثقافتي سرمايي جي ٿوري گهڻي جهلڪ ڏسڻ پسڻ جو موقعو ملي ها، جنهن جو جناب محمود هارون پنهنجي تقرير ۾ ذڪر ڪيو هو. پر جتي ان ڳالهہ ڪن کي مايوس ڪيو اُتي ڪانفرنس جي آخرين

اجلاس ۾ مسٽر مظهر يوسف جي تقرير ڪين خوش ڪيو. هن پنهنجي تقرير ۾ وڏي بيباڪيءَ سان، پنهنجي مادري زبان اردوءَ سان گڏ "سنڌي ٻوليءَ" جي ڀرپور حمايت ڪئي ۽ تحسين ۽ تاڙين جي گونج ۾ چيو:

"مان ميرٺ مان هِت آيس، سنڌ ۾ رهيس. مون کي احساس آهي تہ منهنجن ٻچن کي هِتي ئي رهڻو آهي، اسان کي سنڌ ۾ رهڻو مرڻو آهي. مان هن ڌرتيءَ سان محبت ڪريان ٿو."

مون کي مظهر يوسف جي سچائيءَ ۽ سڪ بيحد متاثر ڪيو ۽ احساس ڏياريو تہ قدرت جي باغ ۾ جتي سُڪل ڪنڊا آهن، اُتي سرسبز پن ۽ وڻندڙ گلابي گل بہ آهن. گلن کي گڏ ڪرڻ جو نالو "ڪلچر" آهي.



# صاحب ساريءَ سنڌ تي

صاحب ساريءَ سنڌ تي بادل برسائينس
مصري ملائينس، ڪنڌ وانگر ڪير ۾
مصري شاهه

ڪراچيءَ جي "ساهت سال ڪانفرنس" ۾ مسٽر مظهر يوسف جي تقرير اردو محاوري موجب، "نقارخاني ۾ طوطيءَ جو آواز" ثابت ٿئي ٿي يا "اسٽوري آف سينٽ مائيڪل" جي مصنف جو قول صحيح ثابت ڪري ٿي ته "پکيئڙي جي لات، توبن جي ڏڏڪي کي خاموش ڪري سگهي ٿي"، تنهن جو فيصلو ته وقت ڪندو پر چند حقيقتون بهرصورت واضح ۽ توجهه طلب آهن:

1ـ ايامن ڪان وٺي، مختلف قومون ۽ قبيلا، برصغير ۾ اُتر اولهه وارن جابلو لَڪن ۽ لنگهن مان وارد ٿيندا رهيا آهن. جيڪي بقول پروفيسر راڌا ڪرشنن "هندستاني معاشري ۾ جذب ٿيندا ويا آهن."

2ـ تاريخي دور ۾، آرين جا اهڙا ڪٽڪ جڏهن سنڌ ۾ وارد ٿيا، تڏهن هتي جا اصلوڪا رهاڪو ڪانئن وڌيڪ مهذب ۽ متمدن هئا. آرين "هندو ڌرم" رائج ڪيو جنهن موجب معاشري جا بنياد ذات پات تي ٻڌل هئا: علم برهمڻن جي حصي ۾ آيو جنگ ۽ حڪومت ڪترين کي ملي، وڻج واپار وئشن کي ۽ هر طرح جي چاڪري شودرن ڪي!

3_ ٻڌ مذهب هندو معاشري ۾ هيٺين طبقن جي استحصال خلاف هڪ ”انقلاب“ هو جنهن کي هندو سماج رد ڪيو.

4_ مسلمان ست سئو ٻارهن عيسوي سن ۾ سنڌ جي رستي، برصغير ۾ داخل ٿيا. هو لکن جي تعداد ۾ ڪونہ هئا، پر وٽن جيڪو پيغام هو اُهو هندو معاشري ۾ عام جام پکڙيو. سنڌ ۾ تہ اسلام تمام تيزيءَ سان پکڙيو جنهن جو سبب، بقول پروفيسر گنکو وسڪي، اهو هو تہ عام ماڻهو خاص ڪري ٻڌ مذهب جا مڃيندڙ جي اڪثريت ۾ هئا، هندو برهمڻن جا ستايل هئا. جڏهن مسلمان سنڌ ۾ آيا، تڏهن سنڌ تي برهمڻ حڪومت ڪري رهيا هئا. ازان سواءِ، مذهبي طور پڻ ڪين هندو سماج ۾ برتريءَ وارو بلڪ سڀ کان مٿانهون درجو مليل هو.

5_ سنڌ وانگر هند ۾ پڻ مسلمانن جو تعداد جيئن پوءِ تيئن وڌندو رهيو. (اهو عمل اڄ ڏينهن تائين جاري آهي). ساڳئي، وقت اها بہ حقيقت آهي تہ هندستاني معاشرو هڪ هزار ورهين گذرڻ کان پوءِ بہ اسلام کي ٻڌ ڌرم وانگر ختم ڪري ڪو نہ سگهيو.

6_ ماضيءَ ۾ هندن ۽ مسلمانن ۾ اتحاد وڌائڻ لاءِ عوامي ۽ سرڪاري سطح تان ڀرپور ڪوششون ٿينديون رهيون. هندن ۾ ڀڳتي تحريڪ ۽ مسلمانن ۾ تصوف جي تحريڪ، اُنهن ڪوششن جا روشن مثال آهن. سڄي برصغير ۾، بقول پروفيسر سين، ”سنڌ اهڙو پرڳٹو هو جتي اسلامي تصوف ڀڳتي تحريڪ تي غالب آيو هو.“ بقول ماسٽر چندر ”سنڌ ۾ هندو مسجدن ۾ ڏيا ٻاري ايندا هئا.“ بقول مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ”ڊاڪٽر گربخشاڻي صبح جو ننڊ مان اُٿڻ بعد قرآن ڪريم ۽ مثنوي شريف پڙهندو هو.“

7_ ڀڳتن ۽ صوفين جي سکيا ۽ تبليغ جي زبردست اثر

جي باوجود برصغير ۾ وقت بوقت اهڙيون تحريڪون اُڀرنديون رهيون جن هندن ۽ مسلمانن ۾ ويڇا وڌايا. مسلمانن ۾ حضرت مجدد الف ثانيءَ جي تحريڪ ۽ هندن ۾ آريہ سماج ۽ سنگٺن تحريڪون اُن حقيقت جا ناقابل ترديد ثبوت آهن.

8_ سنڌ ۾ مذهبي تعصب تمام گهٽ هو پر تڏهن بہ سنڌ اُنهن تحريڪن جي اثر کان آجي ڪانہ هئي. بقول مرحوم رحيم داد مولائي شيدائي: "مولانا دين محمد وفائيءَ جهڙن بزرگن کي سنڌ ۾ آريہ سماجن خلاف علمي جهاد ڪرڻو پيو." بقول محترم جمال ابڙو: "مسلمان ڏوڪان کوليندو هو تہ هندو پاڙ ۾ ٻڌي ڪري، پنهنجن دڪانن ۾ سامان جا اگهہ ڪيرائي مسلمانن جو دڪان ناڪام ڪندا هئا ۽ مسلمان کي اگر سرڪاري نوڪريءَ ۾ ڪلارڪي بہ ملندي هئي، تہ هندو سندس سڄو سروس رڪارڊ خراب ڪري ڇڏيندا هئا، تہ متان ڪو پروموشن مليس."

9_ انگريزن جي دور حڪومت تائين هندن ۽ مسلمانن ۾ ويڇو ايترو تہ وڌي ويو هو جو هو ساڳئي ٿانو مان پاڻي پيئڻ لاءِ بہ تيار ڪو نہ هئا! سنڌ ۾ ريلوائي اسٽيشنن تي هندن لاءِ پاڻيءَ جا مَٽ جدا ۽ مسلمانن لاءِ جدا رکيل هوندا هئا. ۽ دروازن مٿان لکيل هوندو هو: "هندن لاءِ پيئڻ جو پاڻي"، "مسلمانن لاءِ پيئڻ جو پاڻي."

10_ انگريزي دور حڪومت تائين مسلمانن جي رهڻي ڪهڻي (Way of Live) هندن کان مڪمل الڳ ٿي چڪي هئي. سنڌ ۾ هندو ڪلچر، سنڌي مسلم ڪلچرکان نمايان ۽ منفرد شڪل صورت اختيار ڪري چڪو هو. جنهن جي مطالعي لاءِ مسٽر موتي لعل جوتوانيءَ جو "سنڌي ڪلچر" تي انگريزيءَ ۾ لکيل هندستان ۾ ڇپيل ڪتاب

پڙهي ڏسجي.

11ـ سنڌ ۾ اُتي ۽ ويٺي ۾، دعا سلام، کاڌي پيتي جي نموني ۾، برتنن ۾، لباس ۾، مرڻي پرڻي جي ريتن رسمن ۾ هر هنڌ، هندو ـ مسلم فرق چٽو هو. ٻيو ته نهيو ٻوليءَ ۽ راڳ ۾ به اهو فرق ظاهر هو جنهن جو هڪ واضح مثال شاهه جي رسالي جي ٻوليءَ ۽ ساميءَ جي سلوڪن جي ٻولي ۾ فرق آهي. ساڳيءَ ريت اها به حقيقت آهي ته سنڌ ۾ عام طور مسلمان ڳائڻا مشهور هندو شاعر ساميءَ جو ڪلام ڪونه ڳائيندا هئا، توڙي جو سامي تاجي پيٽي تصوف آهي.

12ـ انگريزن جي ايامڪاريءَ لاءِ عام طور ائين سمجهيو ويندو آهي ته هنن ”ويڙهايو ۽ راڄ ڪيو“ جي پاليسيءَ تي عمل ڪيو. پر انگريزن کان اڳ ميرن جي صاحبيءَ ۾ پڻ هندن سان هڪجهڙو سلوڪ ڪونه ڪيو ويندو هو. مرحوم نواب نور احمد لغاريءَ جي خاندان جا اڄ به هندستان ۾ بيشمار هندو مريد آهن. مرحوم نواب صاحب جو تڙ ڏاڏو نواب ولي محمد خان لغاري سنڌ جي ٽالپر حاڪمن جو وزير اعليٰ هوندو هو. نواب عبدالعلي خان مون کي پاڻ ٻڌايو ته سندس ذاتي معلومات موجب هندن کي گهوڙي سواريءَ جي اجازت ڪانه هوندي هئي. انفرادي معلومات کي درگذر ڪري، تاريخ جي گواهي وٺبي ته ان حقيقت کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ رڳو سيٺ نائونمل جون ”يادگيريون“ ئي ڪافي ٿينديون.

13ـ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي سخت گيريءَ واري پاليسيءَ جي اجا تائين دانهن ٻڌجي ٿي! ان سلسلي ۾ ٻيو نه ته به، مولانا دين محمد وفائيءَ جي ڪتاب تي محترم پير حسام الدين راشديءَ جو لکيل مقدمو پڙهي ڏسجي. اِهو ڪتاب

محترم علي نواز وفائيءَ ڇپايو آهي.

14- ڪلهوڙن کان اڳ مغلن جي ڏينهن ۾ جيڪي فارسي تاريخون ۽ ڪتاب لکيا ويا آهن، تن ۾ تہ هندن جو ذڪر اٽي ۾ لوڻ برابر بہ ڪونهي. اُن مان اُن دور ۾ هندن جي حالت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

15- مغلن جي ڏينهن ۾، سرڪاري سطح تي، شهنشاهہ اڪبر "هندو- مسلم اتحاد" جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. بيشڪ سندس انهيءَ نقطہ نگاهہ کي تشڪيل ڏيڻ ۾ ابوالفضل ۽ ملافيضيءَ جي سوچ کي وڏو دخل هو پر فيصلو پس پيش اڪبر جو پنهنجو هو. هن پاڻ کي "هندو مسلم اتحاد" جو "نشان" ڪري پيش ڪيو. هندن تان جزيہ ڍل لاهي ڇڏيائين، وٺائن شاديون ڪيائين، دربار ۾ پنهنجي سرڪاري لباس ۾ هندو رنگ ڍنگ شامل ڪيائين. گوشت کائڻ ڇڏيائين، مذهبي مناظري بازي ڪرايائين، (هڪ دفعي جڏهن مناظري بازيءَ ۾ عالمن ۾ اتفاق ناممڪن ٿي پيو تڏهن مڙني کي قنڌهار جي حاڪم ڏانهن موڪليائين ۽ لکيائينس تہ موت ۾ هنن جيترا ڀلا گهوڙا موڪلي ڏي). اڪبر لاءِ چيو ويو آهي تہ هن اسلام کي ترڪ ڪري ڇڏيو هو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ اڪبر "دين الاهي" ايجاد ڪيو پر ويهينءَ صديءَ جي مغربي محققن ان الزام کي غلط ثابت ڪيو آهي. سڪندريہ ۾ اڪبر جي مقبري جي اڏاوت ۾ مغل طرز تعمير سان گڏ راجپوت طرز تعمير بہ موجود آهي. نہ فقط ايترو بلڪ اڪبر جي مقبري جا مختلف طبقا، سندس وصيعت موجب، مختلف مذهبن مجيندڙن جي احترام ۾، مختلف طرز تعمير موجب اڏيا ويا. اهڙيءَ ريت اڪبر نہ فقط زندگيءَ ۾ پرموت ۾ پڻ پاڻ کي "هندو- مسلم

اتحاد“ جو ”نشان“ ڪري پيش ڪيو. ليڪن اڪبر جي سرڪاري سطح تي ايڏي وڏي ڪوشش جي باوجود، برصغير ۾ ”هندو- مسلم اتحاد“ جو خواب شرمنده تعبير ٿي ڪونہ سگهيو. پيو تہ ٺهيو پر خود اڪبر سان جيڪو سلوڪ ٿيو اُن جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ جاتن ۽ مرهٽن جڏهن زور ورتو، تڏهن بقول پروفيسر جي.ايم. مهڪري: ”سڪندريہ مان اڪبر جا هڏا قبر مان ڪڍي ٻاهر ڦٽي ڪيائون.“ ساڳيءَ ريت، هندستان جو موجوده دور ڪيس ان طرح ياد ڪري رهيو آهي تہ اڇوتن جي اڳواڻ شري جڳ جيون رام تازو پنهنجي هڪ پبلڪ بيان ۾ چيو تہ ”منهنجا وڏا هندو برهمڻن وانگر ايڏا بي غيرت ڪونہ هئا، جو مغلن سان مائٽيون ڪن.“

اقتصادي نقطہ نگاهہ کان تاريخ جو طالب العلم ائين چئي سگهي ٿو تہ بنيادي طرح اختلاف عوام ۽ خواص ۾ هوندو آهي، سُڃن ۽ ساون جون دنيائون الڳ الڳ هونديون آهن. جيڪڏهن تاريخي حقيقت انهيءَ حدبنديءَ تائين ئي محدود آهي تہ پوءِ پوري برصغير ۾ ۽ سنڌ ۾ غريب مسلمانن ۽ غريب هندن جو پاڻ ۾ اتحاد ٿيڻ کپندو هو (ساڳيءَ ريت، شاهوڪار مسلمانن ۽ شاهوڪار هندن جو پاڻ ۾)، پر تاريخي طور ائين ڪونہ ٿيو.

هزار ورهيہ گڏ گذارڻ کانپوءِ بہ، ڀڳتي تحريڪ ۽ صوفين جي درويشانہ دعائن هوندي بہ، مغل اعظم جي مڙني قربانين ۽ ڪوشش جي باوجود، هندو ۽ مسلم ڪلچر ساڳيو ٿي نہ سگهيو ۽ برصغير ”مجمع البحرين“ بنجي نہ سگهيو! هندستان جي نقشي تي لڪير آئي، بہ الڳ ۽ آزاد ملڪ وجود ۾ آيا. بقول محترم پير علي محمد راشدي: **”هند کي سوراج ۽ سنڌ کي پاڪستان جُڙيو.“**

آلفريڊ ڪورزوسڪي نالي پولنڊ جي هڪ ماهر لسانيات، فيلسوف ۽ منطق جي ماهر (جنهن سن 1918ع ۾ آمريڪا ۾ شهريت ورتي) ساهوارن کي ٽن درجن ۾ ورهايو آهي.

(الف) _ Plants: Energy-Binding

وڻ، ٽڻ ۽ ٻوٽا. جيڪي قوت کي سهڙين ۽ سموهين ٿا، يعني زمين جي قوت کي پاڻ ۾ جذب ڪري وڌن ويجهن ٿا.

(ب) - Animals: Space- Binding

جانور، جيڪي وڻن وانگر زمين سان ساڳيءَ جاءِ تي ڇُهتيل ڪونہ ٿا رهن، بلڪ وڏيءَ ويڪريءَ ايراضيءَ ۾ ڦهلجي وڃن ٿا ۽ ان مان فائدو حاصل ڪن ٿا.

(ج) Man:Time-Binding

انسان، جيڪو وقت کي مقيد ڪري ٿو. يعني اڄ کان هزار ورهيہ اڳ جيڪو واقعو ٿيو اُن مان سبق پرائي، آزمودو پنهنجي ذهن جي سانچي ۾ ڪمپيوٽر وانگر محفوظ رکي ٿو ۽ اهڙيءَ ريت گڏڪيل آزمودي جي آڌار تي مستقبل ۾ اڳتي قدم وڌائي ٿو.

”ساهت سال ڪانفرنس“ کان ستت پوءِ (مظهر يوسف جي تقرير جو ذڪر ڪرڻ کان سواءِ) مون تنوير عباسيءَ کان مهاجرن بابت سندس راءِ پڇي. هن چيو تہ ”سنڌ جي ڀلائي ان ڳالهہ ۾ آهي تہ سنڌي ۽ مهاجر پاڻ ۾ محبت سان رهن.“

تنوير سنڌ جي برک شاعرن ۽ سنجيده دانشورن مان آهي. سنڌ جي سڄڻن کي، پراڻن ۽ نون سنڌين کي، تنوير ۽ مظهر يوسف جي راين تي سوچڻ گهرجي. اهي اهم رايا آهن ۽ روشن مستقبل جي نشاندهي ڪن ٿا. انهيءَ واٽ وٺڻ سان ئي ”سنڌ جو ڪلچر“ نئين

توانائي حاصل ڪري سگهي ٿو.

سنڌيءَ ۾ چوٽي آهي تہ تاڙي هڪ هٿ سان ڪانہ وڄندي آهي. سنڌ ڏاڍا سور سَٺا آهن. ”منزل گاهہ“ جي فسادن ۾ 1972ء وارن لساني فسادن ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ نفرت ڪڏهن بہ مسئلا حل نہ ڪيا آهن. نفرت نقصان ڪندي آهي. سنڌ جي روايت محبت جي روايت آهي. سنڌ کي محبت جي موٽ ۾ محبت ملڻ گهرجي. سنڌ سان انصاف ٿيڻ گهرجي. سنڌ جا ڏک ۽ سور ختم ٿيڻ گهرجن. اُن ۾ پوري پاڪستان جي ڀلائي ۽ بهبودي آهي.

ايم. بي. پٽاوالا پنهنجي انگريزي ڪتاب ”پاڪستان جو تعارف“ ۾ چيو آهي: ”ڪلچر جي ارتقا جي لحاظ کان، پاڪستان جي مڙني صوبن ۾ سنڌ بهترين آهي...“

سنڌ ۾ ايامن کان وٺي خشڪي ۽ سامونڊي رستي، ايرانين، يونانين، آرين، افغانن، عربن، مغلن، يورپي لوڪن ۽ هندستانين جا قافلا ايندا رهيا آهن، جي پوءِ هميشہ هِتي جا سنڌي ٿي رهيا آهن. اُنهن مڙني گڏجي سنڌ کي موجوده (جسماني ۽ روحاني) شڪل صورت ڏني آهي.

سنڌ جي باشندن کي زندگيءَ جي هر معاملي ۾ ”سهپ“ جي اصول تي عمل ڪرڻ جي ضرورت آهي.

سنڌ، علم الارض جي لحاظ کان، گهڻي قديم زمين ڪانہ آهي، اُن ڪري ان کي نوجوان ڪوٺي سگهجي ٿو. پر تهذيبي لحاظ کان موهن جي دڙي واري تهذيب نهايت قديم آهي. درحقيقت، سنڌ جي تهذيب بيٺل پاڻيءَ وانگر ڪڏهن بہ جامد ۽ ساڪت ڪانہ رهي آهي. هاڻي بہ برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ مشرقي پنجاب، بهار ۽ دهليءَ مان مهاجرن جو وڏو تعداد سنڌ ۾ آيو آهي ۽ انهيءَ سببان، سنڌ،

ڪلچرجي تاريخ جي نئين باب جو آغاز ڪري سگهي ٿي. پاڪستان ۾ ڪيترن ئي طبقن جا ماڻهو رهن ٿا. هر ڪنهن کي پنهنجو پنهنجو ثقافتي سرمايو آهي ۽ نہ رڳو اُن کي محفوظ رکڻ فرض آهي، بلڪ اُن مان فائدو وٺڻ جو بہ حق آهي.

ثقافتي يڪجهتيءَ جي ڏاهپ سان رٿيل پروگرام وسيلي ئي پاڪستان جي تهذيب کي تقويت ملي سگهي ٿي.

ڪلچر نہ فقط پاڪ ڪتابن جي پيداوار آهي، جيڪي اسان کي پيغمبرن ۽ درويشن وٽان مليا آهن، پر ان سرزمين جي حالتن جي بہ پيداوار آهي، جتي اسان رهون ٿا. زندگيءَ جي اعليٰ روحاني طرز ۾ بہ انسانن جغرافيائي ۽ قدرتي حالتن مان استفادو ڪيو آهي. انسان هميشہ قدرتي حالتن کي پنهنجي فائدي ۾ موڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

جيڪڏهن سنڌ درياهہ جي پاڻيءَ کي سمنڊ ۾ وهي وڃڻ کان بچائي، آبپاشيءَ لاءِ ڪارآمد بنائڻ لاءِ ڪروڙين روپيا براجن جي تعمير تي خرچ ڪري سگهي ٿي تہ اُن کي علمي براجن تعمير ڪرڻ تي بہ توجهہ ڏيڻ گهرجي ۽ هر قيمت تي ڏيڻ گهرجي تہ جيئن سنڌ ۾ رهندڙ مختلف ماڻهن جي دل، دماغ ۽ روح جي آبياري ٿي سگهي.

[18 ڊسمبر 1981ع]



# سنڌ جون ممتاز علمي شخصيتون

## (مولانا عبيدالله سنڌي)

اسان جي چوڌاري روزانو سوين هزارين ماڻهو پيدا ٿين ٿا. اُنهن مان اڪثر جاندارن جي ليول تي زندگي گذاريندا رهن ٿا. پر ڪي اهڙا اعليٰ انسان ٿين ٿا. جي انگريزي محاوري موجب "وقت جي ريت تي پنهنجن قدمن جا نشان ڇڏين ٿا." ڪلچر اهڙن اعليٰ انسانن جي رهڻي ڪهڻي، اُٿيءَ ويٺي، صحبت ۽ سخن جو نالو آهي.

گذريل هڪ سؤ ورهين ۾ جن باغ و بهار شخصيتن سنڌي مسلمان جي ذهن کي سڀ کان زياده متاثر ڪيو آهي، تن ۾ وڏي ۾ وڏي قداور شخصيت غالباً هڪ پنجابي نو مسلم جي هئي. هُو مذهب جي تبديليءَ ڪري، هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو ۽ دائمي سڪونت اختيار ڪيائين. پنهنجي اخلاق، اخلاص، محبت ۽ عظمت سبب سنڌ جي ماڻهن ۾ ايڏو تہ مشهور ۽ مقبول بلڪ هر دلعزيز ٿيو جو اڄ سندس نالو سنڌ جي تاريخ جي صف اول جي مشاهيرن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي زندگي ۽ سنڌ سان محبت، سنڌ ۾ آيل مهاجرن يعني نَون سنڌين لاءِ هڪ روشن مثال ۽ ماڊل آهي.

مولانا سنڌي انقلاب آفرين ۽ تاريخ ساز شخصيت هو. برصغير ۾ سندس لاتعداد عقيدت مند هئا. مولانا جان محمد ڀُٽي مون کي ٻڌايو تہ هڪ دفعي مولانا مودودي مولانا سنڌيءَ جي لاهور ۾ آمد جو

ٻڏي هڪ اسٽيشن اڳواٽ سندس زيارت لاءِ پهتو هو. پر منهنجي خيال موجب مولانا سنڌيءَ جي مداحن جو وڏي ۾ وڏو تعداد سنڌ ۾ ئي هو. سندس سنڌي عقيدتمندن ۾، مولانا دين محمد وفائي ۽ محمد امين کوسي کان وٺي شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ۽ الله بخش سومري (تڏهوڪي وزيراعليٰ سنڌ) تائين ننڍا وڏا مسلمان اڳواڻ، عالم ۽ ڪارڪن سڀ شامل هئا. محترم پير علي محمد راشديءَ پنهنجي ڪتاب "اُهي ڏينهن اُهي شينهن" ۾ ڪيس "امامِ سنڌ" ڪوٺيو آهي.

هن مضمون ۾، مان مولانا سنڌيءَ جي زندگيءَ بابت ڪجهه مستند احوال قارئين ڪرام جي استفادي لاءِ عرض رڪان ٿو. اهو احوال سندس لکيل "آتم ڪهاڻيءَ" تان ورتل آهي، جا مولانا جي هڪ عقيدت مند پروفيسر محمد سرور مرتب ڪئي آهي ۽ ڇپائي آهي.

مان سيالڪوٽ ضلعي (پنجاب) جي هڪ ڳوٺ چيانوالي ۾ پيدا ٿيس. اسان جي خاندان جو اصلوڪو ڌنڌو سونارڪو هو، پر گهڻي عرصي کان اسان جا ڪي وڏا سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيا هئا. چون ٿا ته منهنجو ڏاڏو پنجاب ۾ سکن جي حڪومت وقت پنهنجي ڳوٺ جو ڪاردار هو. منهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي جو پورو نالو رام سنگهه ولد جسپت راءِ ولد گلاب راءِ آهي.

مان جمعرات، پرهه ڦٽيءَ مهل تاريخ 12- محرم سن 1289 هجري — 10 مارچ 1872ع تي ڄائس. منهنجو پيءُ چار مهينا اڳي وفات ڪري ويو هو. ٻن سالن کان پوءِ ڏاڏو به وفات ڪري ويو. اُن کان پوءِ منهنجي والده مون کي ناناڻن ۾ وٺي آئي، جن مون کي پاليو.

منهنجا به ماما ڄام پور ضلعي ديري غازي خان ۾ تپيدار هئا. جڏهن ناني وفات ڪئي، ته اسان اُنهن ڏي هليا وياسين. منهنجي تعليم سن 1878ع ۾ ڄام پور جي اردو مڊل اسڪول ۾ شروع ٿي. مان اسڪول ۾ شروع کان ئي هوشيار شاگرد مڃيو ويندو هوس. 1887ع ۾ جڏهن ٽئين ڪلاس ۾ پڙهندو هوس تڏهن مسلمان ٿيڻ لاءِ گهر ڇڏيم.

سن 1883ع جي ڳالهہ آهي تہ پنهنجي اسڪول ۾ آريہ سماج تحريڪ سان تعلق واري هڪ ڇوڪري کان مون کي ”تحفة الهند“ ڪتاب مليو. اهو ڪتاب پڙهي مان آهستي آهستي اسلام جي سچائيءَ جو قائل ٿيندو ويس. اُن کان پوءِ پين شاگرد ساٿين جي تعلق وسيلي مون کي مولانا اسماعيل شهيد جو ڪتاب ”تقويت الايمان“ مليو. اُن جي پڙهڻ سان اسلامي توحيد ۽ هندوانہ شرڪ چڱيءَ طرح سمجهہ ۾ آيم. ان کان پوءِ مولوي محمد صاحب ”لکوڪي“ جو ڪتاب ”احوال الاخرت“ پڙهيم. اُن وقت تائين مان نماز سکي ويو هوس ۽ پنهنجو مسلماني نالو ”تحفة الهند“ ڪتاب جي مصنف جي نالي تي ”عبيدالله“ پاڻ رکيم.

15 آگسٽ 1887ع تي، توڪل ڪري، گهر ڇڏيم. جڏهن منهنجا مائٽ پيڇو ڪرڻ لڳا تہ مان سنڌ ڏانهن روانو ٿيس. رستي ۾ اسلامي ڪتاب پڙهندو آيس.

الله جي رحم سان، جهڙيءَ طرح ننڍيءَ عمر ۾ اسلام جي سمجهہ آسان ٿي وئي، اهڙيءَ طرح اُن جي خاص رعايت اِها ٿي، جو مان سنڌ ۾ حافظ محمد صديق (ڀرچونڍي واري بزرگ) جي خدمت ۾ پهچي ويس. حافظ صاحب پنهنجي وقت جو سيدالعارفين هو. مان ڪجهہ مهينا سندس صحبت ۾ رهيس. انهيءَ جو فائدو اِهو ٿيو جو رهڻي ڪهڻيءَ جو مسلماني طريقو منهنجي طبيعت ۾ ائين داخل ٿي ويو جيئن هڪ پيدائشي مسلمان جي طبيعت ۾ ٿيندو آهي.

هڪ ڏينهن حافظ صاحب منهنجي سامهون ماڻهن کي چيو (غالباً مولانا تاج محمود امروٽي بہ اُن مهل موجود هو) تہ ”عبيدالله اسان کي الله جي ڪري پنهنجو ماءُ پيءُ بنايو آهي.“ حافظ صاحب جي انهيءَ ڪلمي مبارڪ جو تاثير اڃا تائين منهنجي دل ۾ موجود آهي. مان ڪيس پنهنجو ديني پيءُ سمجهان ٿو ۽ انهيءَ نسبت سان ئي مون سنڌ کي پنهنجو وطن بنايو. مون قادري راشدي طريقي تي حافظ صاحب جي

بيعت ڪئي هئي، انهيءَ جو نتيجو اهو آهي جو وڏي ڪان وڏي انسان ڪان بہ گھٽ مرعوب ٿيندو آهيان. حافظ صاحب مون لاءِ دعا گھري تہ "خدا ڪري تہ عبيدالله جو ڪنهن راسخ عالم سان واسطو پوي". الله پاڪ بزرگ جي اها دعا قبول فرمائي ۽ الله جي فضل سان مان ديوبند ۾ حضرت مولانا شيخ الهند وٽ اچي ويس. بہ ٽي مهينا ديوبند ۾ مولانا حافظ احمد صاحب ڪان پڙهندو رهيس. اُنهيءَ ڪان پوءِ شيخ الهند جي درس ۾ شامل ٿيس. امتحان ڏنم ۽ سٺن نمبرن ۾ ڪامياب ٿيس. مولانا سيد احمد دهلويءَ منهنجن جوابن جي ڏاڍي تعريف ڪئي ۽ فرمايائين: "جيڪڏهن عبيدالله کي ڪتاب مليا، تہ شاه عبدالعزيز ثاني ٿيندو." مون کي ياد آهي تہ سنن نسائي ۽ سنن ابن ماجه کي مون چئن ڏينهن ۾ پڙهيو هو ۽ سراجي ٻن ڪلاڪن ۾ ختم ڪئي هئي. ڪن دوستن مون لاءِ سٺا خواب ڏٺا. مون پاڻ بہ خواب ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي زيارت ڪئي. رمضان شريف ۾ اصول فقه جو هڪ رسالو لکيم جنهن کي شيخ الهند پسند فرمايو. جامع ترمذي شيخ الهند ڪان پڙهيم ۽ سنن ابو دائود جي لاءِ حضرت مولانا رشيد احمد جي خدمت ۾ گنگوهہ پهتس. سندن بيماريءَ جي ڪري گنگوهہ ڪان دهلي هليو ويس.

20 — جمادي الثاني 1308هہ ۾ دهليءَ مان سڌو پرچونڊي (سنڌ) موٽي آيس. حافظ صاحب منهنجي اچڻ ڪان ڏهہ ڏينهن اڳي وفات ڪري ويو هو. انڪري سندن ٻئي خليفي مولانا تاج محمود امروٽيءَ وٽ هليو ويس، جنهن پنهنجي مرشد جو وعدو پورو ڪري ڏيکاريو ۽ منهنجو پيءُ بڻيو. منهنجي شادي سکر جي اسلاميہ اسڪول جي مولوي محمد عظيم خان يوسف زئي جي نياڻيءَ سان ڪرايائين. (منهنجي والده کي گهرايائين جا پوءِ مون سان گڏ رهڻ لڳي). منهنجي مطالعي لاءِ هڪ تمام وڏو ڪتب خانو جمع ڪرايائين. مان مولانا امروٽيءَ جي قرب ۾ 1315هہ تائين اطمينان سان مطالعو ڪندو رهيس. حيدرآباد

ضلعي ۾ راشدي طريقي جي پيرن وٽ علوم دينيہ جو وڏو ڪتب خانو هو. مان مطالعي لاءِ پير جهنڊي ويندو هوس ۽ بعضي اُتان ڪتاب وٺي ايندو هوس. منهنجي مطالعي جي تڪميل ۾ انهيءَ ڪتب خاني جي فيض جو وڏو دخل آهي.

مان جهنڊي واري بزرگ جي صحبت مان بہ مستفيض ٿيس ۽ سندس ڪي ڪرامتون ڏٺم. هو موحد ۽ مجاهد هو. اُتي قاضي فتح محمد جون علمي محبتون بہ هميشہ ياد رهنديون. مطالعي جي دوران مون مولانا محمد اسماعيل شهيد جي سوانح عمري پڙهي هئي ۽ ديوبند جي شاگرديءَ واري زماني ۾ سندس متعلق ڪيترائي واقعا ۽ ڳالهيون ٻڌيون هئم. مولانا عبدالڪريم ديوبندي سقوط دهلي جو اکين ڏٺو احوال ٻڌايو هو. اُنهن کان متاثر ٿي مون پنهنجو پروگرام ٺاهيو جيڪو اسلامي بہ هو ۽ انقلابي پڻ. آهستي آهستي ڪم شروع ڪيم. 1315هہ ۾ ديوبند پهتس. بہ رسالا لکي کڻي ويس. هڪ علم حديث ۽ ٻيو فقه حنفي تي. شيخ الهند ٻيئي رسالا پسند فرمايا. بعد ۾ امروٽ شريف ۾ ڇاپخانو قائم ڪيم ۽ بہ سال هلايم. اُتان ڪجهہ عربي ۽ سنڌي ناياب ڪتاب شايع ٿيا. هڪ ماهوار رسالو "هدايت الاخوان" ڇپجندو رهيو. انهيءَ کان پوءِ مدرسي ٺاهڻ جي ڪافي ڪوشش ڪيم، ليڪن اُن ۾ ڪاميابي نہ ٿي. اسان جو ڪم مدرسي کان سواءِ نٿي هلي سگهيو سو ٻيءَ جڳهہ جي تلاش ۾ هئس تہ پير جهنڊي جي بزرگ مولانا رشدالله صاحب 1319هہ ۾ منهنجي صلاح سان مدرسو قائم ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ منهنجي تجويز تي اُن جو نالو "دارالرشد" رکيو. ستن سالن تائين مون پير جهنڊي ۾ مڪمل انتظامي اختيارين سان مدرسو هلايو. شيخ الهند ۽ مولانا شيخ حسين بن محسن يماني انهيءَ مدرسي جي امتحان لاءِ پير جهنڊي تشريف فرما ٿيا. انهيءَ مدرسي ۾ بہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي خواب ۾ زيارت ڪئي. سن

1327ھ ۾ شيخ الهند ديوبند سڏايو ۽ حڪم ڪيو تہ ديوبند ۾ رهان ۽ ڪم ڪريان جو ان طرح سنڌ سان بہ تعلق قائم رهندو. چنانچہ ڇئن سالن تائين جمعيت الانصار ۾ ڪم ڪندو رهيس. انهيءَ تحريڪ ۾ سنڌ مان مولانا محمد صادق ڪراچيءَ وارو مولانا ابو محمد احمد لاهور وارو ۽ عزيزي مولوي احمد علي مون سان شريڪ هئا. حضرت شيخ الهند رحہ جي ارشاد ڪري منهنجو ڪم ديوبند کان دهليءَ منتقل ٿيو. سن 1321ھ ۾ "نظارة المعارف" قائم ٿي. اُن جي سرپرستن ۾ شيخ الهند سان گڏ حڪيم اجمل خان ۽ نواب وقار الملڪ شامل هئا. اُنهن جي خدمت ۾ پهچايو. ديوبند پهچڻ کان اڳ مان پرچونديءَ مان موڪلائي بهاولپور رياست جي ڳوٺاڻين مسجدن ۾ ابتدائي عربي ڪتاب پڙهندو رهيس ۽ ان طرح خانپور جي پرسان دينپور پهتس، جتي حافظ صاحب جو وڏو خليفو رهندو هو. هن منهنجي والده کي سڏايو اُها اچي وئي ۽ واپس هلڻ لاءِ ڏاڍو زور پريائين. پر الله جو شڪر جو مان مسلمانيءَ تي محڪم رهيس.

شوال 1305ھ ۾ سفر ڪندو وڃي ديوبند پهتس. حڪمت ۽ منطق جا ابتدائي درس اُتي ورتم. پوءِ وڏيڪ درسي ڪتاب جلدي ختم ڪرڻ لاءِ ڪجھ مهينا مولانا احمد حسين ڪانپوريءَ جي مدرسي ۾ ويس ۽ ڪجھ مهينا مدرسہ عاليہ رامپور ۾ رهي مولوي ناظرالدين وٽ پڙهيس. اهڙيءَ طرح، صفر 1307ھ ۾ شيخ الهند جهڙيءَ طرح چار سال ديوبند ۾ منهنجو تعارف پنهنجيءَ جماعت سان ڪرايو اهڙيءَ طرح دهليءَ ۾ مون کي نوجوان مسلم عالمن سان ملائڻ تي گهريو. شيخ الهند دهلي تشريف فرما ٿيا ۽ ڊاڪٽر انصاري سان منهنجو تعارف ڪرايائون. ڊاڪٽر انصاري مون کي مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ مولانا محمد عليءَ سان ملايو. اهڙيءَ ريت تقريباً بہ سال برصغير جي مسلمانن جي تڏهوڪي اعليٰ سياسي قيادت سان تعلق ۾ رهيس.

سن 1332هه ۾ شيخ الهند جي حڪم سان ڪابل ويس. مون کي ڪو مفصل پروگرام ڪونه ٻڌايو ويو هو. انهيءَ ڪري طبيعت انهيءَ هجرت کي پسند نه پئي ڪيو ليڪن حڪم جي تڪميل ڪري وڃڻ ضروري هو. ڪابل وڃي مون کي معلوم ٿيو ته حضرت شيخ الهند جنهن جماعت جو نمائندو هو اُن جي پنجاهه سالن جي محنتن جو نتيجو منهنجي سامهون غير منظم شڪل ۾ موجود هو ۽ ڪارڪن منهنجو حڪم مڃڻ لاءِ تيار هئا. اهو ڏسي مون کي پنهنجي هجرت ۽ شيخ الهند جي فيصلي تي فخر محسوس ٿيڻ لڳو. مان ستن سالن تائين تڏهوڪي ڪابل سرڪار جي تعاون سان پنهنجو ڪم ڪندو رهيس.

1923ع ۾ ترڪي ويندي ست مهينا ماسڪو ۾ رهيس. پنهنجي نوجوان رفيقن جي مدد سان "سوشلزم" جو مطالعو ڪندو رهيس. جيئن ته نيشنل ڪانگريس سان منهنجو تعلق سرڪاري طرح ثابت ٿي چڪو هو. انهيءَ ڪري روس مون کي معزز مهمان جو درجو ڏنو ۽ منهنجي مطالعي لاءِ هر قسم جون سهوليتون پهچايون. اهو غلط آهي ته مان لينن سان به مليس. هو اُنهيءَ وقت اهڙو بيمار هو. جو پنهنجن ويجهن عزيزن دوستن کي به ڪونه ٿي سڃاڻي سگهيو.

منهنجي اِنهيءَ مطالعي جو نتيجو آهي، جو مان پنهنجي مذهبي تحريڪ کي جيڪا شاهه ولي الله دهلويءَ جي فلسفي جي شاخ آهي، اُنهيءَ زماني جي لاديني حملي کان بچائڻ لاءِ تدبير سوچڻ ۾ ڪامياب ٿيس.

سن 1923ع ۾ انقره پهتس. اندازاً ٽي سال ترڪيءَ ۾ رهيس ۽ "تحريڪ اتحاد اسلام" جو تاريخي مطالعو ڪيم. مون کي مستقبل قريب ۾ اُن جو ڪوبه مرڪز نظر ڪونه آيو اِنهيءَ ڪري ترڪن وانگر پنهنجي اسلامي مذهبي تحريڪ کي انڊين نيشنل ڪانگريس ۾ داخل ڪرڻ ضروري سمجهيم ۽ ڪانگريس ۾ پنهنجي اُصول جي هڪ پارٽيءَ جو پروگرام ڇاپي ڇڏيم. جنهن جي وسيلي منهنجي

مذهبي تحريڪ انقلاب جي هر مخالف کان محفوظ رهي پئي سگهي.

1344هه ۾ حج جي موقعي تي مڪي معظمہ ۾ موتمر خلافت منعقد ٿي. منهنجا سڀ دوست اُن ۾ اچي رهيا هئا. مون محض اُنهن سان ملڻ خاطر اٽليءَ جي رستي مڪي پهچڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر موتمر ختم ٿيڻ کان پوءِ پهچي سگهيس. مون پنهنجي پوزيشن جو خيال رکي حجاز گورنمينٽ کي يقين ڏياريو تہ مان اُتي ڪابہ سياسي پروپيگنڊا نہ ڪندس, انهيءَ ڪري هڪ طرح مان محفوظ رهيس. جيڪڏهن اتفاق سان رواجي مدد طلب ڪيم تہ حڪومت اها پوري پئي ڪئي. مون کي مڪي ۾ هڪ عرب ۽ ٽن هندستاني خاندانن علمي امداد ڏني. مون سندن ڪتب خانن مان استفادو ڪيو.

مان تقريباً تيرهن سال قرآن ڪريم ۽ حجت الله البالغہ جو اونهو مطالعو ڪندو رهيس. قرآن جي تفسير ۾ جيڪي مشڪل مقام آهن, اُهي شاهہ ولي الله دهلويءَ جي اصول تي اطمينان سان سمجهيم. جيڪي ماڻهو شاهہ ولي الله دهلويءَ کي نٿا مڃين, تن کي مطمئن ڪرڻ جي دعويٰ مان نٿو ڪري سگهان, ليڪن مون کي, پنهنجي اصول تي, قرآن ڪريم ۾ انهيءَ زماني ۾ قابل عمل تنظيم جو هڪ عملي نصاب نظر آيو.

مون شاهہ ولي الله دهلويءَ جي مشهور ڪتابن جو مطالعو خاص طرح جاري رکيو. جيڪڏهن مون کي موقعو ڏنو ويجي جو مان امام ولي الله دهلويءَ کي حڪمت جو مستقل مجتهد ڪري وٺان. امام عبدالعزيز دهلوي ۽ مولانا رفيع الدين دهلويءَ کي انهيءَ حڪمت جو منتسب ۽ مولانا محمد اسماعيل شهيد رحہ ۽ مولانا محمد قاسم رحہ کي مجتهد في المذهب جي مرتبي تي رکان تہ مان انهيءَ حڪمت جو هڪ اهڙو اسڪول قائم ڪري سگهان ٿو جنهن ۾:

(الف) قرآن ڪريم

(ب) سنت رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم و سنت خلفاءِ

راشدين ۾

(ج) تاريخ اسلام جي پوري عقلي تشريح هجي.

اُن کان پوءِ مڙني مذهبن ۾ اُنهن جي پاڪ ڪتابن جي تحقيق و تطبيق انهيءَ اصول تي آسان ٿي وڃي.

سن 1936ع کان منهنجا سڀ دوست وطن ڏانهن منهنجي واپسيءَ لاءِ ڪم ڪندا رهيا آهن، مون کي پهرين نومبر 1938ع تي سنڌ واپس اچڻ جي اجازت جو اطلاع مليو آهي."

پروفيسر محمد سرور جي تحقيق موجب، مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجو مٿيون احوال مڪي ۾ رهائش دوران وضاحت خاطر لکيو هو ڇو تہ اُن زماني ۾ (يعني 1938ع ڌاران) برصغير جي اخبارن ۾ وطن ڏانهن سندس واپسيءَ جي موقعي تي وڏي مبالغي آرائي وارا مضمون شايع ٿيا هئا.

مولانا سنڌي سن 1939ع ۾ سنڌ ۾ موٽي آيو ۽ سڌت ئي ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي. مولانا سنڌي پنج ورهيہ پوءِ بہ زندهہ رهيو ۽ اهو سارو عرصو برصغير ۾ ڦرندو رهيو، تقريرون ڪندو رهيو، پر سندس زندگيءَ جا پويان ڏينهن سنڌ ۾ ئي گذريا. مٿيءَ پنوڙو وري وڃي پنجاب ۾ نهيو. سندس ويجهڙن عقيدتمندن ۾ هڪ بزرگ اڃان اسان جي وچ ۾ موجود آهي_ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب. هُو مولانا سنڌيءَ جون ڳالهيون ڏاڍيءَ سڪ ۽ سوز سان ڪندو آهي. مون ٻن ماڻهن کي تمام وڏيءَ سڪ سان مولانا سنڌيءَ جون ڳالهيون ٻڌائيندي ڏٺو آهي: هڪ محمد امين خان کوسو ۽ ٻيو مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي. محمد امين جو نالو مون سڀ کان اول علي احمد بروهيءَ کان ٻڌو هو. بروهيءَ کي اُنهن ڏينهن ۾ "سنڌ جا ٻرندڙ جبل" نالي سان ڪتاب لکڻ جو خيال هو جنهن جو هڪ ڪردار محمد امين خان کوسو هو. قسمت جي سانگي سان محمد امين سان منهنجي براه راست ملاقات ۽ محبت ٿي، جنهن ۾ وري ڪڏهن بہ ڪمي ڪانہ آئي، بلڪ هيڪر پنهنجي سڄيءَ عمر جي دوستن جي فهرست ناهيائين جنهن ۾ مون کي بہ ياد ڪيائين.

ڪجهہ مهينا اڳ سندس ڀاءُ نظام الدين خان اوچتو مون وٽ آفيس ۾ آيو ۽ چيائين: "ڪراچيءَ مان ڳوٺ وڃي رهيو هوس تہ موٽر ۾ ويٺي رستي تي اوچتو محمد امين خان جا اکر ٻڌم: 'ربانيءَ سان ملندو وڃ.' ڀاءُ جي حڪم جي تعميل ۾ توسان ٻہ گهڙيون ملڻ آيو آهيان." ائين چئي روئي ڏنائين. محمد امين خان ڪوسي ۽ منهنجي دوستيءَ جو بنياد "سنڌ سان محبت" هئي. محمد امين خان کي سنڌ سان محبت مولانا عبيدالله سنڌيءَ کان تعليم، تربيت ۽ ورثي ۾ ملي هئي. مولانا سنڌيءَ جي سنڌ سان ايڏي تہ محبت هئي، جو مولانا قاسمي صاحب ٻڌايو تہ "پوين ڏينهن ۾ هڪ دفعي جڏهن سندن بيماري وڌي ويئي ۽ پاڻ گهڻو بيحال ٿيا، تڏهن پنهنجي دل جي قرار لاءِ حاضرين مجلس کي فرمايائون: "ڀٽائيءَ جا بيت پڙهيا وڃن."

مائرون مولانا سنڌيءَ جهڙا ملائڪ صفت انسان روز روز ڪونہ ڄڻينديون آهن. تاهم سنڌ تي قدرت سدائين مهربان رهي آهي، جيئن ماضيءَ ۾ تيئن حال ۾. سنڌ ۾ اهڙا مشاهير پيدا ٿيندا رهيا آهن، جن سنڌ جي سينڌ سنواري آهي ۽ "سنڌي ڪلچر" جا خدوخال روشن ڪيا آهن. سنڌ جي اڳوڻن مشاهيرن جي يادگيري تازي ڪرڻ سٺو ڪم، پر هاڻوڪن مانجهي مردن کي نظرانداز ڪرڻ انصاف ڪونہ ٿيندو. بقول غالب:

اى آں کہ محوِ سخنِ گستران بہ نشینی،
مباش منکرِ غالب کہ در زمانہٗ کیست۔

[08 جنوري 1982ع]



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳـو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)